| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | اڙي شهرِ جانان |
| موضوع | : | شاعري |
| شاعر | : | حليم باغي |
| تعداد | : | 1000 |
| ٻيو ڇاپو | : | اپريل 2004ع |
| ڪمپوزنگ | : | احمد سولنگي (پارس ڪمپوزنگ اينڊ پرنٽنگ ايجنسي حيدرچوڪ حيدرآباد) |
| ڇپائيندڙ: | : | سنڌ پبليڪيشن عمرڪوٽ |
| ملهه: | : | 130 روپيه |
| ڇپيندڙ: | : | اين ڪي پرنٽنگ پريس گاڏي کاتو حيدرآباد سنڌ. |

**ARY SHAHR-E- JANAN**

A Collection of Sindhi Poetry by Haleem Baghi

| | | |
|---|---|---|
| Quantity | : | 1000 |
| 2nd Edition | : | April 2004 |
| Composed by | : | Ahmed Solangi (Paras Composing and Printing Ageny Hyder Chowk Hyd. |
| Published by | : | Sindh Publication Umerkot |
| Price | : | Rs: 130 |

# ارپنا

آئون پنهنجو هي سمورو پيار
جو پورهينو سفيد ڪپڙن واريءَ جي نالي
منسوب ڪريان ٿو.

ويون تو سان منهنجيون سچائيون
مگر اينترو به نه مون ڪان ڇڄ

’تنهنجي نانءُ سان جان غزل
ڪنهن شخص لکيا هئا غزل‘.

**حليم باغي**

روحل واءِ - امرڪوٽ

تاريخ 2001 - 12 - 09

# ستاءُ

# ٻئي ايڊيشن جي باري ۾

ڪتاب ’ اڙي شهرِ جانان‘ جو پهريون ڇاپو ڪيترين ئي کهڙين ڏڪاين سان ڪيئن هٿن تائين پهتو. اها مونکي يا ڪجھ متعلقہ ماڻهن کي ئي خبر آهي.

بهرحال ڪتاب اڇو شرط اها هُرڪر ذهن ۾ هئي تہ ڪتاب کي بهتر ڪري اوهان جي هٿن تائين پهچائيبو. ڪتاب ’اڙي شهرِ جانان‘ کي لائق پڙهندڙن جي تقاضا مطابق آڻي سگهيا آهيون؟ اهو فيصلو اسان جا لائق پڙهندڙ ئي ڪندا.

محبت پائي من ۾ رُنڊا روڙيا جن وارو معاملو ٻٽيو آهي، تورائتنو آهيان غلام مصطفيٰ ساند جو جنهن پيار مان ڪتاب جا ڪجھ شعر سنڌي اکرن ۾ لکي ڏنا.

پارس سنڌي، مير حق نواز ٽالپر، مختيار ناريجو، عامر صديقي، اياز ڪاڪا ۽ جميل لاشاري جا تورا ڳاٺبا جن جي ڪوشش سان ڪتاب تيار ٿيو.

الله واهي
اوهان جو پرخلوص

حليم باغي

21 - مارچ 2004ع

# شاعر پاران

شاعري، فنون لطيفا Fine Art جو اهو شعبو آهي جيڪو هر دل کي اتساهيندڙ آهي ۽ هر دماغ کي ڪجهه گهڙيون سوچڻ جو سامان مهيا ڪندڙ آهي هونئن به شاعري جيتري سوچ ويچار سان سرجي ويندي، اوتري ئي اها دل تي اثر انداز ٿيندي يعني انهيءَ مان ايئن نه سمجهڻ کپي ته ڪو شاعري دماغ کي متاثر ئي ڪانه ٿي ڪري. شاعري پنهنجي ڪيفيت ۽ تاثير جي لحاظ کان دماغ تي به اوترو ئي اثر انداز ٿئي ٿي جيتري دل تي. شاعري به ادب جي ٻين سڀني صنفن يعني افسانن، ناول، ڊرامي، ليک يا مضمون وغيره وانگر سماج جو اولڙو Reflection هوندي آهي. يعني شاعريءَ ۾ به اسان جي سماج جا عيب، ثواب، اوٿايون پوٿايون، خوبيون خاميون، چڱايون مٺايون، ڏک ڏاکڙا، تڪليفون، عذاب، مسئلا ۽ وارداتون ئي اظهار ٿيل هونديون آهن. سموري ادب ۾ ڪا به شي ٻاهران، گهڙيل يا Subjective يا موضوعي نه هوندي آهي انسان ذات جا سڀئي اهنج، جدوجهدون، واقعا ۽ ڪيفيتون دراصل داخلي ۽ موضوعي قسم جون ٿي ئي نٿيون سگهن. اهي سمورا مظهر Phenumena دراصل سموريءَ انسان ذات جا گڏيل، اجتماعي ۽ معروضي Objective ٿيندا آهن. سمورا ڪلاڪار پوءِ اهي شاعر هجن يا موسيقار، ڳائڻا هجن يا مصور، اداڪار توڙي ليکڪ پنهنجي سماج ۾ جيڪي ڪجهه به ڏسندا آهن انهيءَ کي پنهنجي مخصوص انداز سان اظهار ڪندا آهن.

سون ۾ جيڪي ڪجھ لکيو آهي انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ناهي ته اهو سڀ اسان جي ماحول، گهٽ گهٽ پوسٽ ۽ اونداهه جي دين آهي. اهو ته ٿي سگهي ٿو ته هڪ فنڪار پنهنجي ذاتي ۽ انفرادي اهنجن، تڪليفن کي به ٻين ماڻهن جي دکن ۽ تڪليفن سان Collectively گڏ ڪري پيش ڪري انهيءَ شيءِ جي شدت، انهيءَ احساس جي سطح هر فنڪار جي جدا جدا ٿي سگهي ٿي. تاهم اهو دک، درد، اهنج، تڪليف ڪا به ٻاهران آيل Outwordly ته ٿيندا آهن پر اهي سڀ مظهر اسان جي سماج ۾ هوندا آهن. فنڪار جي تيز نظر ڇهندي آهي ته ان مسئلي يا ان مظهر ۾ جان پئجي ويندي آهي. سمورا نقاد ۽ تاريخدان متفق آهن ته 'مارئي' تي ٿيل واردات پٺاڻيءَ جي دور کان به ڪافي اڳ جي آهي پر 'مارئي' جي ڪردار جي عظمت، حب الوطنيءَ، پنهوارن سان پريت وارا نڪتا پٺاڻيءَ، جني قلم جي ڇهڻ سان ئي دنيا جي اڳيان پڌرا ٿيا. وارث شاهه جي 'هير رانجها' واري ڪٿا ۾ خود وارث شاهه جا ڳوڙها شامل نه ٿين ها. دنيا جا سمورا اديب ۽ شاعر هميشه انهيءَ ڳالهه جا قائل رهيا آهن ته:

خوشتر آن باشد ڪه سر دلبران،
گفته آيد در حديث ديگران.

يعني سنو ته اهو ئي آهي ته محبوب جو راز هميشه ٻين ماڻهن جي ڳالهه جي روپ ۾ پيش ڪيو وڃي.

دراصل وارث شاهه پاڻ هڪ معزز خاندان جي ڇوڪريءَ 'ڀاڳ ڀريءَ' سان پريت جي بنڌڻن ۾ ٻڌجي ويو ۽ هير جي روپ ۾ وارث شاهه جا پنهنجا وڇوڙي جا ورلاپ هڪ بي مثال ۽ هڪ لاسيڪي ڪٿا جي روپ ۾ ماڻهن جي اڳيان آيا. چوڻ جو مقصد ... ... وارث شاهه' ايتري دل پذير ۽ موثر انهي ڪري ... ٿي

سگهي جو وارث شاهہ ان کي پنهنجي دردن جي زبان ۾ دنيا اڳيان پڌرو ڪيوءِ دراصل سڀ Classics ڪلاڪار جي اندروني درد مان ئي جڙندا آهن. ڪردارن جي منهن مان ڪلاڪار پاڻ مخاطب ٿيندو آهي ۽ بس.

ڪابہ ديدہ ور غواص جي نظر ئي سمنڊ جي گهرائيءَ ۾ لڪيل موتيءَ کي ڳولي لهندي آهي.

مون بہ جيڪي بہ لکيو آهي انهي ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ اهو سڀ اسان جي مخصوص ماحول گهڻ پوسٽ ۽ اوندهہ جي Ditto Copy آهي انهي ۾ رنگ، شدت، احساساتي سطح منهنجي پنهنجي آهي باقي سماج ۾ جيڪي ڪجهہ وهي واپري پيوءِ جيڪي ڪجهہ ٿي رهيو آهي منهنجي شاعريءَ ۾ بہ انهي جو ئي اظهار آهي ۽ بس.

آئون نام گهڻ لکندو آهيان منهنجو دوست مظهر لغاري چوندو آهي تہ ماڻهو جيڪڏهن لکي تہ هن جيڪا پنهنجي لکڻيءَ جي سطح رکي آهي ان کان مٿي لکي يا گهٽ ۾ گهٽ ان کي برقرار رکي باقي انگ پوري ڪرڻ جي لاءِ ڪن ڳڻائڻ جي لاءِ نہ لکي. آئون بہ سندس انهيءَ خوبصورت راءِ سان متفق آهيان.

ماڻهو لکي تہ واقعي روح کي گرمائڻ واري ڪا شيءَ ئي لکي ورنہ ٻوڙ هارڻ کان سٺو آهي تہ چپ رهجي.

آئون اينريءَ شدت، جذباتي گرمي ۽ احساساتي ڪيفيت ڪٿان آڻيندو آهيان جو منهنجي لکيل شيءَ ماڻهن تي ڪجهہ اثر انداز ٿيندي آهي؟ تہ آئون سمجهان ٿو تہ انهيءَ ڳالهہ ۾ بہ منهنجو پنهنجو ذاتي ڪمال ڪونهي، منهنجا سمورا ڪردار ايترا تہ سگهارا آهن جو انهن جي شايان شان، اسلوب ٻولي ۽ لهجو ازخود انهن ڪردارن جي طرفان ئي مون کي حاصل ٿيندو آهي منهنجي شاعري جي ٻوليءَ تي بہ منهنجي پڙهندڙن ۽ پڙهندڙن

ڪي ڪجهہ اعتراض آهن تہ اها پراڻي سنڌي متروڪ ٿي ويئي آهي تہ انهي جي جواب ۾ آئون اهوئي چوندس تہ اها ٻولي اسان جي شهرن ۽ ماڊرن انگريزي گزيدہ خاندانن مان متروڪ ٿي ويئي هجي تہ هجي اسان جي واهڻن وٿاڻن، ڪيٽن، ولهارن، جهنگلن ۽ ٻيلن ۾ اها ٻولي اڄا بہ استعمال ٿي رهي آهي. لسانيات جي ماهرن Lingusticians ۽ تعليمدانن جي Educationists جي رٰاءِ تہ اها ئي آهي تہ ٻهراڙين ۽ جهنگلن جي ٻولي معياري Standarized ۽ مستند Authentic هوندي آهي.

ڪتاب جو دير سان ڇپجڻ بہ هڪڙو وضاحت طلب نقطو آهي هن دير ٿيڻ جو سڀ کان وڏو سبب ڏاڍو ڪل جوڳو ۽ ناقابل يقين سبب آهي. اهو ايئن تہ زندگيءَ جي سڀني معاملن ۾ آئون لاپرواهہ رهيو آهيان ۽ منهنجي انهيءَ سموري لاپرواهيءَ جو سڀ کان گهڻو اثر منهنجي شاعريءَ جي تخليق ۽ ڇپجڻ تي پيو آهي.

مسودو يعني ڊائريون ۽ ڪاپيون اڄ کان ڏهہ يا ٻارنهن سال اڳي منهنجي دوست حفيظ قريشيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيم ۽ وڪريل سڪريل مواد دراصل مون کان پاڻ بہ سهيڙجي نہ پئي سگهيو.

حفيظ صاحب پنهنجي نيمن وارن ڦڏن، قانوني چڪرن ۽ گوناگون مصروفيتن ۾ ايڏو تہ رڌل هو جو ٻئي پاسي (ڪتاب جي ڇپائي ڏي) توجهہ بہ نہ ڏيئي سگهيو ڪتاب جو سمورو مسودو بہ واپس نہ ڪري، مون جهڙي سست ۽ وسيلن کان پالهي ماڻهو لاءِ حيدرآباد جا چڪر ۽ سندس گهر جا ڦيرا ايڏا تہ تڪائيندڙ ثابت ٿيا جو انهن چڪرن جو جيڪڏهن وچور ڪرڻ ويهبو تہ زندگيءَ جا ڪجهہ ٻيا ڏينهن بہ لنگهي سگهن ٿا.

نيٺ آسرا لاهي جيڪا شاعري مون، ڪي ياد هئي يا دوستن همٿ ڪري مٿ ڪئي اها ٿوري ئي سهي سهيڙي سنگت جي پاڻيءَ

گلا تي ڳنڍيو ٻڌو اٿم. يا آڳ لاٿي اٿم. اميد تہ دوست انهي ڳالھ کي ڌيان ۾ رکندا.

تلهي ۾ ٿوري ويچاريءَ سان وڙ ڪيو. (شاھ)

منهنجي شعر گوئيءَ جون خبرون مشاعرن، گڏجاڻين، دوستن جي ڪچهرين، ادبي ويهڪن ۾ گردش ۾ انهيءَ جي ڪري آيون جو آئون سمجهان ٿو تہ مون کي سنڌ يونيورسٽيءَ جو اسٽيج مليو.

سنڌ يونيورسٽي، سنڌ جي ساڃاھ ۾ ضمير جو هر دور ۾ Nucleus رهي آهي تنظيم چيون جنرل باڊيز، ادبي ميڙاڪا توڙي مختلف ڊپارٽمينٽش جي رنگارنگ تقريبن جي ڪري ئي منهنجي شاعريءَ پوري سنڌ جي دوستن جي ڪن تائين پهتي. انهن پنهنجي دامن ۾ منهنجي ٻولن کي پيار ڏنو. آئون سمجهان ٿو تہ اهو سندن حسن ظن آهي نہ تہ آئون تہ پنهنجي ذات کي:

ڪتڻ واريءَ ڪتيو تلهو ۾ ٿورو'

'تلهو ۾ ٿورو' سمجهان ٿو، سيني وضاحتن کان پوءِ بہ آئون سمجهان ٿو تہ دوستن جي اِڪيان هڪڙي مخصوص ڪردار يعني 'سفيد ڪپڙن واريءَ' جي باري ۾ سنگت اڪثر پڇندي رهندي آهي تہ اها ڪير آهي؟ سندس نالو ڇا آهي؟'

تہ آئون سمجهان ٿو تہ انهيءَ ڪردار کي هڪڙو 'فرضي يا خيالي ڪردار' سمجهيو وڃي تہ بهتر. ڇاڪاڻ تہ ڪجھ ڳالهيون اسان جي سماج ۾ گهرن جي سڪون کي برقرار رکڻ جي لاءِ لڪائي رکجن تہ بهتر. ڇاڪاڻ تہ اهي ڳالهيون اسان جي سماج جي هاضمي تي نٿيون لڳن خاندان اجڙي وڃن ٿا انهيءَ ڪري انهن ڳالهين کي ڦلهوريو نہ وڃي تہ بهتر.

حليم باغي

# مهاڳ

جوڳيءَ تي جڙاءُ نسورو ٿي نيڻن جو،
هي 1977ع جي پڇاڙي جي ڳالهه آهي جو آئون عوامي جمهوريت جي قيدخاني ۾ ٻه سال گذارڻ کان پوءِ ڳوٺ پهتو هوس جتي هڪڙي دوست جي دعوت ۾ امرڪوٽ جي ڪنهن ننڍيءَ عمر واري شاعر جي ڳالهه نڪتي، ڳالهه سان گڏ مون کي ان شاعر جا ٻه بيت ٻڌايا ويا جن مان هڪڙو هي بيت هو:

مون کي پُر ۾ پانءَ آئون پکي آڳ جو،
جتي سُڄي منهنجي رانءِ ات تانڊن ۾ تاڪوڙو پوي،

آئون ان بيت جي پختگي کان ۽ تخيل جي پرواز کان ايڏو متاثر ٿيس جو مون يڪدم دوستن کان ان شاعر جو نالو ۽ ڳوٺ پڇيو مون کي ٻڌايو ويو ته نالو عبدالحليم باغيءَ ۽ ڳوٺ روحل واهه روحل واهه کان آئون چڱي طرح واقف هيس جو منهنجو جهونو دوست ۽ شاعر جمن دربدر ان ڳوٺ جو هو ان سان گڏوگڏ جيل ۾ مون 'ڪنڊڙيءَ وارن جو ڪلام' نالي ڪتاب پڙهيو جنهن ۾ اهو چاڻايل هو ته روحل فقير زنگيجو اصل امرڪوٽ جي پرسان روحل واهه ڳوٺ جو رهاڪو هو ۽ ڳوٺ تي نالو به روحل فقير جي ڪري ٿي پيو انهي ڪتاب ۾ مون روحل فقير جي سئوٽ مراد فقير جو هڪڙو شعر پڙهيو هو:

ورسي پٽ پدمات جا ٻن پٺي مالار،
ڏٺي منهن ميهار ڏکيا ڏينهن نه ساريان،

۽ انهي مراد فقير جو هڪڙو سرائڪي شعر هو جيڪو مدد

خان پٺاڻ جي حملن تي هن چيو هو:

ماري مدد کون دور ڪرو چوڙ وجي يهودي يزيد ميان

ان ڪتاب پڙهڻ وقت مون پنهنجي دوست پليڊنو فقير کي سينٽرل جيل ڪراچي مان هڪ خط لکيو جنهن ۾ اها حقيقت لکي موڪلي هيمه هن جواب ۾ لکي موڪليو تہ جنهن شيءِ کي اوهان ’پدمات‘ لکيو آهي اها منتي ’پڙمات‘ سڻجي ٿي ۽ روحل واءِ جي بلڪل پرسان روحل فقير جي ڇلي واري جڳهہ انهي ايراضي ۾ آهي تہ باغيءَ سان منهنجو پهريون تعارف سندس بيت ۽ روحل واءِ جي ذريعي سان ٿيو. آئون جيڪو امرڪوٽ کان تقريبن 15 سال ڪنجي حيدرآباد جي علمي، ادبي، سياسي ۽ فڪري فضا ۾ ان دور جي بهترين شاعريءَ جي آنچل جون اڏارون ڏسندو رهيو هوس ۽ مون کي اهو تصور ٿي نہ هو تہ منهنجو ڏڪاريل ڏيهہ شاعريءَ جي ميدان ۾ ايڏو زرخيت ۽ سانوڻ جي ڪڪر جهڙو دلڪش تي سگهي ٿو پر ان سال ٿر وٺو هو آسمان تي بادل جل پرين وانگر ناچ ڪندا تي رهيا ۽ وليون وٺن سان ائين ويڙهجي ويون هيون جيئن سالن جا سڪايل پاڻ ۾ بکجي ويندا آهن اتي نہ صرف نشيليون نگاهون ۽ ڪڪوريل پانهون هيون پر اها شاعري بہ نسرجي رهي هئي جنهن شاعريءَ کي اڳتي ملي نہ رڳو سنڌ جي آڪاش ۾ پکڙجڻو هو پر سمنڊ جي گهرائي جهڙي دل رکندڙ جي.ايم.سيد جي سيني ۾ بہ پنهنجو آکيرو اڏڻو هو ۽ هو سدائين باغي جو اهو شعر پڙهندو هو تہ:

رت ديس تنهنجي راهہ ۾ ڦڙو ڦڙو تي وهي وڃي،

تنهنجو بہ نصيب ٺهي وڃي، منهنجو بہ قرض لهي وڃي.

ان شعر جي خالق سان آئون ڪهي وڃي روحل فقير جي آستاني تي مليس انتهائي سادو پر ڪا ڪا سادگي هٿرادو ٿيندي

آهي ۽ ڪا ڪا فطرتي هوندي آهي بلڪل خدا جي تخليق جهڙي، جنهن ۾ ڪئي زونقون رنگ پڪيڙيندڙيون آهن ڪيئي جلوا جنمار ڪندا آهن ڪيئي تجلا جهرمر جهرمر جرڪندا آهن. سادي مچڻ سان ڳڻ هو انتهائي غريب گهراڻي جو يتيم فرد هو پر تاريخ ۾ ڪي ڪي غريب ۽ يتيم ٻار قومن جي فڪري ۽ مادي زندگي تي اڻ مٽ اثر ڇڏي ويندا آهن. پر شرط اها آهي جو ان غربت ۾ خوديءَ ۽ يتيميءَ ۾ خود اعتماديءَ هجي ان جا مون وٽ ٿي. مثال آهن حضرت محمد ﷺ جيڪو غريب ۽ يتيم هو جنهن دنيا جي تبديلي ۾سڀ کان مٿاهون ۽ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي جو اڄ يورپ ۽ آمريڪا جا ليکڪ (دنيا جا سئو وڏا ماڻهو) نالي ڪتاب لکن ٿا ان ۾ پهريون نمبر حضرت محمد ﷺ کي ڏين ٿا پيو مهاتما گانڌيءَ جنهن جي مرڻ وقت سندس ڪل ورثو اڍائي پائونڊ هو ان کي به اڄ ويهين صدي جو آئينسٽائن کان پوءِ وڏو ڪردار ڏنو ويو آهي. تيون جي.ايم.سيد جنهن منهنجي خيال ۾ سنڌ جي هزار سالن ۾ جيڪو فڪري ۽ ذهني انقلاب پيدا ڪيو آهي ان جو تاريخ فيصلو ڪندي. آئون باغي کي انهن ٽنهي شخصيتن سان پيٽيان نٿو ۽ نه ئي مقابلي ۾ آڻڻ ٿو چاهيان پر حقيقت هي آهي جو ٿر جي هڪڙي جهوپڙي ۾ جنم وٺندڙ هن يتيم ٻار جي شاعريءَ جيڪڏهن شيخ اياز پڙهي ها ته شايد ساهه جي آخري هچڪيءَ وقت هو اهو ضرور چوي ها ته منهنجي وڃڻ تي مايوس نه ٿيو مون کان پوءِ حليم باغي ويٺو آهي. پر شايد شيخ صاحب صرف سنڌي جا چيپل ڪتاب ۽ رسالا پڙهندو هو پر بدقسمتي سان حليم باغي جو ڪتاب اياز جي زندگي ۾ ڇپجي نه سگهيو هو ۽ نه ئي ساڻ سڙين اديبن 'ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان' ۾ باغيءَ جي شاعريءَ شامل ڪئي جنهن جو مهاڳ به شيخ اياز لکيو هو.

بحرحال پھرين ملاقات کان پوءِ آئون باغيءَ جنهن
شاعريءَ ۽ سندس شخصيت جي جادو ۾ منهنجي ويس ۽ اهو جادو
جو منهن اچا تائين منهنجي جيءَ ۽ جند کي جکڙيو ويٺو آهي.
باغي جي شخصيت ۾ مون کي من جا جاندار تمام ڏاڍا وڻندا آهن
اهي تمام کڏهن ڏياري جي ڏيئي جيان ٻرندا آهن کڏهن
ميخاني ۾ جام وانگر ڀُرندا آهن کڏهن نفيس مهنديءَ رتن
پيرن جي رقص جو استعارو بڻجي ويندا آهن ۽ کڏهن زندگي
جي اها ڊوڙ تي پوندا آهن جنهن تي خالق ڪائنات خود فخر
محسوس ڪندو آهي.

انهن تمام مان مون کي لڳندو آهي ته باغيءَ کي زندگي
سان بي انتها پيار آهي، رڳو پنهنجي زندگي سان نه پري پوري
انسانيت جي زندگي سان، ان سان گڏوگڏ سنڌ جي زندگي سان،
سنڌ جي مارو ماڻهن جي زندگي سان پيار آهي جنهن کي هو
پنهنجي لازوال ذات ذريعي محرومين، مايوسين مان ڪڍي
محبتن ۽ مسرتن جي ساگر ۾ ترندڙ مڇين وانگر ٻڌائڻ چاهي ٿو
يعني منهنجي خواهش آهي ته باغيءَ جي زندگي سان محبت
کڏهن به ختم نه ٿئي زندگي جيڪي بهارن جا ڳاڙها ڳيپ پيدا
ڪندي آهي. محبتن جا ميلا مچائيندي آهي ۽ مقتلن جا ميدان
سينگاريندي آهي.

## شاعري ڇا آهي؟

انگريزي ۾ ڏاڍو مختصر لفظ آهي Poetry، هندي ۾
ڪويتام پر عربي ۾ جنهن ٻولي جو اهو لفظ آهي شاعري، اها گهڻ
معنائون لفظ آهي مثال طور عربي ۾ وار کي شعر چوندا آهن.
جنهن جي داڻي کي شعير چوندا آهين. سمجهه کي شعور چوندا
آهن، يعني اسين انهي تنهي لفظن کي مجموعي طرح ملائبي

جيڪڏهن ڪو هڪڙو مفهوم ڪڍون ته اهو ٿيندو اهڙو خيال جيڪو محبوب جي وار وانگر سنهو هجي ۽ جئو جي داڻي وانگر تهه سان ڍڪيل هجي ۽ انساني سمجهه جي اعليٰ ترين شڪل وارو هجي، ان ڪري آئون شاعري جي تعريف ڪندو آهيان ته محبوب جي وار جهڙو خيال ۽ لباس ۾ ڍڪيل جسم جهڙو تصور ۽ فڪري بلندي جو اپ ناٿين اڏندڙ عقاب آهي. اهي ؟؟ شعر تخليق ٿيندو آهي.

عربي ۾ شعر جي اها اهميت آهي جو قرآن شريف جي آيت ڪي صحيح يا غلط هجڻ جو معيار انهن وٽ گمراهه شهزادي جو ڪيس آهي. جيڪڏهن ان جي شعرن سان قرآن جي آيت پيٽنجي اچي ته صحيح آهي نه ته غلط آهي. شاعري اسان جي نه رڳو جذباتي زندگي ناهي ٿي پر اسان جي زندگي کي بارونق، بهادر ۽ پاڻ ارپڻ واري جذبي سان مالا مال ڪري ٿي آئون سمجهان ٿو ته ايشيائي ماڻهو ۽ افريڪي پڻ جيڪڏهن زنده آهن ته سياستدان جي ڪوشش ڪان وڌيڪ شاعر جي شاعري وسيلي آهن هتي مون کي هڪڙي ويٽنام جي شاعر جي شعر جو مفهوم ٿو ياد اچي جيڪو ويٽنام جي جنگ دوران لکيو هو ته:

اسان پنهنجي شاعري لکي گوريلن جي ڪيسن ۾ وجهي جنگ تي موڪيلنداآهيون ۽ پوءِ دعا گهرندا آهيون گوريلن جي ڪيسن ۾ پيل شاعريءَ جي سلامتي جي، جن ۾ اسان جي شاعريءَ پيل هوندي آهي. ڇو ته جيڪڏهن شاعري سلامت موٽي آئي ته گوريلو به سلامت موٽي ايندو پر جيڪڏهن اهو ڪيسو تباهه ٿي ويو ته اهڙي شاعري شايد اسين وري ڪڏهن لکي نه سگهون.

اسان جي سنڌ جي سرزمين ويدن 'ويدڪ دور' کان وٺي شاعري جي ذريعي زنده رهي آهي ۽ اسان جي سڃاڻپ به ان شاعريءَ جي ذريعي آهي. هندوستان جي عالم وزيراعظم جواهر

لال نهرو لکيو آهي تہ قومن جي سجاڳ ۽ زندگي شڪست کائيندڙ ۽ فتح ماڻيندڙ سياستدانن جي ڪري برقرار نہ رهندي آهي پر اها شاعري ۽ فنڪارن جي ڪري زنده رهندي آهي تي سگهي ٿو تہ تاريخ ۾ اهو دور اچي جو نهرو کي ڪوَ سڃاڻي بہ نہ پر ٽئگور ۽ پريمچند ان دور ۾ زنده هوندا اسان جڏهن پنهنجي سنڌ تي نظر وجهون ٿا تہ مونکي لڳي ٿو تہ اسان پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سينې ناانصافين کي پنهنجي لازوال شاعريءَ جي ذريعي شڪست ڏني آهي ان شاعريءَ ۾ اسان جا ڪي سڄ جهڙا هٿا ۽ ڪي شاعر ٻٻي جي بادل جهڙام کي شاعر ڪارونجهر جي ڪور تي ٺهڪندڙ مورن جهڙا ۽ ڪي ڇور واهہ جي ڇولين ۾ پنهنجا گرم جسمَ پسائيندڙ ماروئڙن جهڙام بحرحال اسان جهي شاعري ٿي آهي جنهن سنڌ جي سياست کي ادب ۽ شاعريءَ سان ملائي اهڙي ڏُن تخليق ڪئي جيڪا نہ ڪڏهن ڪنواريءَ جي ٺمڪ ۾ اپري نہ ڪڏهن اسو جي اوهيري ۾ ظاهر ٿي ۽ اسان ان شاعريءَ کي دل ۽ دماغ جو گڏيل محور بڻائي ڏيو.

مولانا آزاد هڪڙي جاءِ تي لکيو آهي تہ سياست جي سيني ۾ دل نہ ٿيندي آهي. مون چيو هو تہ سنڌ ۾ سيد اهڙي سياست کي جنم ڏنو آهي جيڪا نہ صرف سياست جي سيني ۾ دل آهي ۽ هن ڳائڻ بہ شروع ڪيو آهي. جنهي ڪنڌ عقل پسند ابراهيم جويو بہ هوندو ۽ تخيل جي بلنديين تي سور ٿي آسمان جا سينا چيريندڙ حيلم باغي بہ هوندو. جتي رئيس ڪريم بخش جي ڍولڪ جو آواز بہ هوندو هو ۽ حفيظ قريشي جي خطاب جي انڌلٺ بہ هوندي هئي. ڪاش! سيد ڪان پوءِ او زمانو اسان وٽ موٽي اچي پو تہ آئون محسوس ٿو ڪريان تہ اڄ سياست جي سيني مان دل تڪرندي پئي وڃي.

ڪا ڪا سر زمين شايد شاعريءَ جي نسرڻ ۽ نکرڻ جي لاءِ انتهائي موزون ۽ زرخيز هوندي آهي. ان سلسلي ۾ ڪنهن وقت عرب ۽ ايران شاعري جي ومڪري جا بي پناهہ درياه هئا. پر پوءِ پختون خواه سنڌ ۽ بنگال شاعريءَ جي لاءِ وڏا واهڙ ثابت ٿيا خصوصن لوڪ شاعريءَ جهڙي پختون خواه ۽ سنڌ جي ريگستاني حصي ۽ بنگال مان ايري اهڙي شايد ئي ڏکڻ ايشيا جي بين علائقن ۾ ايري ۽ اسري سگهي هجي. اسان جي ٿري لوڪ شاعري تي راجستاني شاعري.جونمايان اثر لڳاپو رهيو آهي، هونئن بہ پٽائي جي شاعري ۾ بہ اهي سر انتهائي خوبصورت جماليات سان پرپور ۽ نفيس احساسن جا بي مثال نمونا آهن.

آئون سمجهان ٿو تہ جمالياتي نقطہ نظر سان ٿر سان لاڳاپيل شاعري جو مقبالو ڪو سر ڪري سگهي ٿو تہ اهو سر ساموندي آهي، اياز بہ جيڪا شاعري ٿر جي حوالي سان تخليق ڪئي آهي ان جو حسن تخيلق جي بلندي، احساسن جي نزاڪت ۽ لفظن جو جڙاءُ اينئو ئي من موهيندڙ آهي جيئنو من موهيندڙ شيخ اياز جو آواز ۽ سندس اکين جي چمڪ هوندي هئي ۽ اياز پاڻ ٿر جي نامعلوم ڪهڙي شيءَ کان متاثر ٿي اهو چيو تہ مون جيڪڏهن ٻيو جنم ورتو تہ منهنجو اهو جنم ٿر ۾ هوندو ۽ اسان جي هن دور ۾ سر موڙ شاعر حليم باغي جي ذهني خوشقسمتي آهي تہ هن ٿر جي دنگ تي جنم ورتو.

ان ڪري سندس شاعري ۾ سيپئي رنگ ۽ ڍنگ موجود آهن جيڪي ڏڪارن ۾ بہ ٿر جي زندگي کي ڪائي پرپور معنيٰ ۽ مقصد بخشين ٿا. آئون سنڌي شاعريءَ کي سنڌي ادب جي تاريخ جي حوالي سان ٽئن دورن ۾ ورهايان ٿو.

پهريون دور ميئين ڪريم ۽ قاضي قادن کان شروع ٿي

خليفي نبي بخش تائين پهچي ٿو. اهو دور اسان جي شاعريءَ جي شاندار بامقصد روح جي تازگي ۽ دماغ جي توانائي سان ڀرپور آهي، جنهن دور جي شاعريءَ اسان جي ماڻهن کي مايوسين ۾ به پرامید رکيو آهي شکستن ۾ به فتح جي تعبير ڀڄندڙ جواب ڏيکاريا، حملن وقت همت ۽ حوصلو بخشيو ۽ انهي دور جو سرواڻ بنا ڪنهن شڪ جي گنجائش جي لطيف سائين آهي ۽ ٻيو دور سچل سائين ۽ مصري شاه جي وفات کان پوءِ شروع ٿئي ٿو جيڪو ميرن جي حڪومت تهذيبي اثرن ڪري فارسي عروض ۽ بحروزن تحت شروع ٿيو ان دور جا شاعر ثابت علي شاهه کان وٺي فيض بخشاپوري تائين رهيا آهن ۽ آئون سمجهان ٿو ته ان دور ۾ ان قسم جي شاعري جو فيض آخري شاعر هو ۽ شاعري جو ٻيو دور ڪشنچند بيوس ۽ فاني کان شروع ٿيو جو پابند شاعر جو دور آهي پر انهي جا موضوع، ترڪيبون، تشبيهون، استعارا، اشارا سڀ سنڌ جي سرزمين جا آهن جينوئنيٽيڪ انهي دور ۾ قليچ بيگ جهڙا يگانه شاعر به هئا پر قليچ جي شاعري ۾ اهو رنگ نه پرجي سگهيو جيڪو بيوس عزيز فاني ۽ سانگي، جي شاعري ۾ موجود آهي پر انهي دور ۾ ابتدائي شاعرن نئون ولولو، نوان امنگ، نوان رس ۽ چس ۽ خيالي بي پناه وسعت جيڪا اياز تنوير جي ابتدائي شاعري کي ڇڏي اياز نياز شمشير ۽ امداد تيار ڪيا ۽ انهي سموري دور جي شاعرن جو سرموڙ ۽ قابل تقليد شاعر شيخ اياز هو پر انهي دور جي شاعري ۾ ڪجهه نالا اهڙا به آهن جنهن اياز جهڙي قداور شاعر جي موجودگي ۾ به ٻولي جو استعمال شين جو جڙاءُ لهجي جي انفراديت ۽ ترنم الڳ رکيو انهن مان نياز همايوني، تنوير عباسي، بردو سنڌي، شمشير الحيدري، امداد حسيني نمايان آهن.

اسان جي شاعريءَ جو ٽيون دور جيڪو استاد بخاري، راشد مورائي، مير محمد پيرزادي، تاج ۽ خاڪي جويي، اياز گل ۽ ادل سومري، بلبل ڪورائي ۽ سائينداد ساند، ابراهيم منشي ۽ سرويچ سجاولي واري ٽهي تي مشتمل آهي.

ان دور جي شاعرن مان ڪنهن به هڪ کي ٻي کان مٿانهون درجو پڻ مناسب ڪونه ٿيندو، ڪي رومانٽڪ شاعري جا بادشاهه آهن ته ڪي قومي شاعري جا سپهه سالار ۽ ڪجهه سماجي منظري نگاري جا پڳدار ۽ ڪي عشقيه شاعري جا ڳهوٽ اڻ موٽ آهن ۽ ان دور جي سموري شاعري مون کي حسن درس جي شعر وانگر لڳندي آهي ته:

ساري سنڌ سرتين جو پاڇو

۽ اسان جي شاعري جو چوٿون دور هن اپاڳي ڌرتي تي منحوس ماڻهن تي پاڇاهي کان پوءِ شورع ٿئي ٿو ان دور ۾ ڪيترائي نالا شاعريءَ جي افق تي جرڪندا ۽ چلڪندا نظر اچن ٿا ۽ جيڪڏهن آئون انهن جا نالا لکڻ شروع ڪيان ته شايد هڪڙو ڪتاب رڳو نالن سان پرجي ويندو. پر پن-ٽن شاعرن جا نالا آئون ضرور ڪٽندس تن ۾ مظهر لغاري، اقبال رند، سعيد ميمڻ ۽ حليم باغي حقيقت ۾ پيا شاعر جيڪڏهن سانجهي ٽاٽي جا ستارا آهن ته باغي ان دور جو قطب نما آهي. ان ڪري پين جي شاعري جو گهڻو دارو مدار مطالعي تي آهي پر باغي جي شاعري ٿر جي ماڻهن جي مزاج مطابق مشابهت جو پيندار آهي ان جو مطلب اهو انهي ته باغي وٽ مطالعو ناهي آئون سمجهان ٿو ته انهي دور جي شاعرن مان شايد ٿي ڪو شاعر باغي جهڙي انگريزي ڄاڻندو هجي يا هندي بولي سنڌس لپي ۾ پڙهي سگهندو هجي. هن جي مطالعي ۽ مشاهدي گڏجي سنڌس شاعري کي ڏروپتي جي

ساڙهي جو روپ ڏيئي ڇڏيو آهي. جنهن کي ڪيترو ڪوليندا وچو پر آخري ڇيڙو دروپدي جي بدن تان نہ هٽندو آئون پاڻ کڻهن کڻهن باغي ڪان سنڌ شاعري سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان حالانڪہ آئون انهي غلط گمان ۾ آهيان تہ مون سنڌ جي تاريخ ڪافي پڙهي آهي مون جڏهن شهيد احسان ميمڻ تي سنڌس لکيل مرثيو پڙهيو تہ ان مرثيي جي هڪ سٽ تي آئون منجهي پيس.

تو جي ڳاڙها جوڙا پاتا ننگر شهر ۾ نير مهانگو

ڳاڙهو جوڙو پائڻ تہ شهادت جو استعارو آهي ۽ شهيدن تي ماتم ڪبو آهي ۽ ماتم جو لباس اسان وٽ ڪارو هوندو آهي پوءِ ننگر شهر ۾ نيرو مهانگو ڇو ٿيو مون جليم ڪان اهو پڇيو؟ تہ هن ڇيو سنڌ ۾ سمن جي دور تائين ماتم جو لباس نيرو هوندو هو ۽ ظاهر ڳالهہ آهي تہ گهڻا ماڻهو نيرا ڪپڙا پائڻ شروع ڪن تہ نيرو رنگ مهانگو ٿي ويندو اها مون کي خبر نہ هئي ۽ هن انڪشاف جي گهڻ اديبن کي بہ خبر نہ هوندي، ان طريقي هن پنهنجي شاعريءَ ۾ بني پناهہ اهڙا ۽ ايترا ٿري لفظ ۽ محاورا ۽ تشبيهون ڪتب آنديون آهن جو انهن لفظن، ترڪيبن ۽ تشبيهن کي استعمال ڪرڻ سان هو ٿر جي تهذيبي زندگي جو سموري سنڌ ۾ ترجمان بڻجي ويو آهي. ان ڪان سواءِ مون جيئن چيو آهي تہ هو اهڙي دور ۾ شاعري جو افق تي قطب نما ٿي اڀريو جڏهن هن ايوبي يون تي منحوس ماڻهن جي پاڇاهي هئي ان ڪري هن جي شاعري ۾ مزاحمتي شاعري جو عنصر وڌيڪ آهي مزاحمتي شاعري اسان وٽ نئين شي نہ آهي. ياڳويان ڪان وٺي اياز تائين ۽ اياز ڪان راشد مورائي تائين اسان وٽ مزاحمتي شاعري جو رني ڪوٽ موجود آهي. انهن مان هر هڪ جو انداز پنهنجو

پنهنجو آهي يعني اهي سمورا شاعر اسان جي سرزمين جي تهذيبن جي سرحدن تي بيٺل اهي سرويچ سپاهي هئا جن جي تير هڻڻ، تلوار واهڻ ۽ ڀالا اڇلائڻ جو انداز پنهنجو پنهنجو هو. مثال طور ون يونٽ واري دور ۾ اسان وٽ ائين مشهور ٿيو ته اياز ڌرتي جو شاعر آهي، نياز سنڌ جي تاريخ جو شاعر آهي ۽ تنوير سنڌ جي تهذيب جو شاعر آهي. اياز پنهنجي شاعري ۾ ڪمزور لفظن کي به پنهنجي ذات وسيلي شهبازن جا پر ۽ شينهن جي دل عطا ڪندو هو ۽ نياز طاقتور لفظن کي به وش ڪنيا جون نماڻيون نگاهون بخشيندو هو ۽ تنوير پنهنجي ڪيڏارن ۾ شهيدن جي رت ۾ مهنديءَ جي خوشبو پکيڙيندو هو، ۽ ساڳي صورتحال باغي، ءَ جي دور جي شاعرن سان به آهي هن جي دور جهڙ شاعرن اشاراتي زبان ۽ علامتي انداز وڌيڪ اختيار ڪيو آهي ۽ جڏهن اها مزاحمتي شاعري حليم جي ذهن ۾ قلم وسيلي ڪاغذ تي منتقل ٿئي ٿي ته اهو ڪاغذ ان جي شاعريءَ جي ڪيفيتن سان مختلف روپ ڌاريندو وڃي ٿو. ڪڏهن ڪاغذ مئيخاني جو پيالو ٿي پوي ٿو جنهن ۾ چانڊاڻ چمڪي ٿي ۽ ڪڏهن اهو ڪاغذ ٿي ڪنهن ڪنيا جا محراب بڻجي وڃي ٿو جنهن بيتاب پيشانيون سجدا ڪن ٿيون ۽ ڪڏهن اهو ڪاغذ مخدوم بلاول جي مڙين جي حفاظت ڪندڙ اهو مٽ بڻجي وڃي ٿو ۽ ڪڏهن گهنگهور گهٽا بڻجي دلين ۾ زندگين جا موتي ڇٽيندا رهي ٿو. هو نه صرف لفظن کي لکي ٿو پر انهن کان ڳارائي به ٿو، انهن کان رقص به ڪرائي ٿو، ان کي ڪنوارين جي اکين ۾ ڪجل جون ريکائون بنائي ٿو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ڄامشوري جي مست هوائن کي پنهنجي شاعري ذريعي مدهوش بنائي ڇڏي ٿو. هو رڳو شاعر نه پر شاعري کي خوبصورت زندگي عطا ڪندڙ اهو سامري آهي جيڪو سنڌ جي

وجود کي دلڪش بڻائي ڪيترن ئي پيشانين کي انهن لاءِ سجدا
ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿو. باغي ۾ جيستائين مجموعي شاعري ۾
جماليات جو تصور آهي ان باري ۾ جن به فلسفين جمالياتي
فلسفاڻي تشريح ڪئي آهي تن جڻ جڪ پاتي آهي اهو ائين آهي
ته شاعر جي تصور جي اها اڏام جي تشريح سائنسي فارمولا
مطابق ڪئي وڃي مثال طور عورت جي چاتي جي باري ۾ عطا
ٺٺوي چيو آهي ته ’مون اها ڏٺي، مون کي لڳو سرخ گلاب تي ڪارو
ڀنؤر ويٺي ۽ ان جو رس چوسي رهيو هو ۽ انهي ساڳئي شيءِ جي
تشريح ٻي هڪڙي شاعر ڪئي آهي ته:

’سرخ گلابان دي موسم وچ ڦلاندي رنگ ڪالا هو‘

۽ انهي واقعي ڪمال ڪري ڇڏيو آهي ته گل ۽ ڦل ۾ فرق
هوندو آهي پر انهي ٻنهي سٽن جي شاعري جيڪڏهن علمي
مرتضي ڏاريجو پنهنجي ڪتاب چاتين جي سائنس ۾ ڪندو ته
اها ڪرامت جهڙي لڳندي ان ڪري آئون جماليات جي فلاسفاڻ
تشريح کي فن سان بيحوده حرڪت سمجهندو آهيان. جماليات
ڇا آهي، چانڊوڪي ۾ سنڌو جون لهرون، ڪنين لڙئي تاج جا
منارا، باک ڦٽي محل ڪجلاسر تي ڪنوارين جا ٽهڪ، وٽجارن
جي پرڏيهه وڃڻ تي وٽجارين جا ورلاپ، ڪنهن سرميناڪ اک جو
ڳوڙهو ۽ پيج پني جو ڪارونجهر تي ڏرتي ۽ آڪاش جو ٻجڻ
جيڪو انسان کي پنهنجي مادي دنيا مان مٿي ڪڍي سندرتا جي
ايڏين مٿانهين تي گهمائي جتي رڳو انڊلٺ جا رنگ ۽ رقص
هجن ۽ باغي جي شاعري ۾ اهي سڀ شيون موجود آهن، احساس
جي شدت، جذبي جي گرم جوشي، خيال جي گهرائي ۽ من
موهيندڙ منظر ڪشي، هن جي خوبصورت شاعري جا لفظ
ڪڏهن ستارا ٿي ڪنوارين جي پنبڻين تي لهي ٿا اچن ۽ سندور

بڻجي هن کي سينڌن ۾ سجائجي ٿا وڃن ۽ ڪڏهن هن جي سموري شاعري ستارن جي سيج بڻجي وڃي ٿي ۽ ڪڏهن ان چنڊ جي هٿ ۾ ازل ۽ ابد جا مڪندڙ منڌمات جا پيالا هوندا آهن تن کي ڏسندي رات بہ رتوڇاڻ ٿي ويندي آهي پر اها رتوڇاڻ ٿيل رات جڏهن باغي جي پيالي ۾ پهچندي تہ چانڊاڻ وانگر چمڪڻ لڳندي آهي، گهري جماليات ڳائي ۽ سمجهي بہ اهو سگهندو آهي جنهن جي من اندر ازل کان ايڏو نڪور ۽ ڪورو هوندو آهي جنهن تي صرف اهوئي ميندهن ڦڙو ڪري سگهي ٿو جيڪو چمڪندڙ موتي کي جنم ڏي. اهو اهڙو صحرا هوندو آهي جيڪو انو کي گلاب جي آبياري ڪندو آهي ۽ اهو رڻ پٽ هوندو آهي جنهن تي صرف ڪنهن راٺي جا ئي پير گهمي سگهن ٿا ۽ مومل جا ئي وار وڇائجي سگهجن ٿا. اسان جي هي ڌرتي شايد صدين کان ان انتظار ۾ هئي تہ اهڙو ڪو ڪوي اچي جيڪو ڪاليداس وانگر بادشاهن جا ۽ ويرن جا قصا قلم بند نہ ڪري عام ماڻهن اڌر پهر جي اسيرن کهري رات جي ڪنلن جاقصا ۽ ڪهاڻيون اهڙي خوبصورت انداز ۾ بيان ڪري تہ هرڪو اڌ پهر جو اسير ۽ ڪاري رات جو ڪنل ٿيڻ لاءِ تيار ٿي وڃي. باغي جو شعر آهي تہ:

چور واه جون چوليون، البيليون اٿموليون.

جڏهن سنڌ جي اڄ جي وڏي ڪميونسٽ دانشور سوڀي گيانچنداڻي کي اهي سٽون پڙهي ٻڌايون سين تہ هن کان چرڪ نڪري ويو ۽ چوڻ لڳو تہ اياز کانسواءِ ڪو اهڙي شاعري ڪري پيو چا هئي!؟ ۽ اسان جي سموري ترقي پسند تحريڪ ۾ اهڙو ڪو شعر تخليق ٿي ئي نہ سگهيو آهي، هي شعر مون کي ڏيئي وڃو تہ آئون هن شعر جو ترجمو ڪنهن عالمي انگريزي رسالي کي موڪليندس جيڪو اڄ ڇپيو ويندو آهي تہ وڏي شاعر کي ڪنهن

سنڌ جي ضرورت ناهي پر پنهنجو پاڻ کي لاءِ سياسي طرح سوچي جو همٿ پنهنجي ڪلهي تي لوهي قلم جي لهر سمجهندو آهي ۽ حليم جي شاعري لاءِ موهن جي دڙي جي مهر ان سموري سلسلي ۾ باغي جي شاعري نقل ڪرڻ نٿو چاهيان ڇو ته پڙهندڙ منهنجا نقل ڪيل شعر ئي پڙهن ها ۽ ان سان اختلاف به ڪن ها ان ڪري آئون حليم جي شاعريءَ لاءِ اهي لفظ چوان ٿو ته اها انقلاب لاءِ احساس جي شدت آهي، لطيف جي مٽي آهي، ڪارونجهر جي ڪامڻي، ڪينجهر ڪنڌي جو نيل ڪنول آهي، ڇاڇري جو سج آهي ۽ ڄامشوري جي شام آهي. اهو سڀ پڙهندڙ سنڌ ۾ شاعري ۾ ئي محسوس ڪري سگهندا.

عبدالواحد آريسر

اڻڙآباد

تاريخ: 2001 - 12 - 03

## غزل

اسان جيئڻ ب جيئي پيلا کو جهان ۾
سدائين نِشان تي سدا امتحان ۾

# غزل

اسان جيئن ٻـ جيئي پلا ڪو جهان ۾،
سدائين نشان تي سدا امتحان ۾.

ڪڏهن آنڌي (1) اُلڙي ڪڏهن ڪڙڪي ٻجلي،
ڪٿي ڪک رهيو آ منهنجي آشيان ۾.

پرين چا ڪجي پَلَ وڃن تا اُڏاڻا،
هليو آءُ اڄ چا رکيو آ سپان ۾.

نـ ڪا آرزو آ نـ ڪا جستجو آ،
ڪٿي ڪاروان وقت نا مهربان ۾.

ڪڏهوڪا سکا سر اڙي مرگهہ مورک،
اڙائي اپو آن اکيون آسمان ۾.

(2) وري جي ولوڙن ولوڙي رکيو آ،
غمِ عشق هاڻي رهيو چا اسان ۾.

(1) ٽـڙي، ڪڙڪي (2) گذر سفر

هو هالار جا (1) پٽ هُوءَ مياڻي هُوءِ ٽلٽيءِ
اسان جون نشانيون سڄي گلستان ۾.

اهي ئي ڪنارا اهي ئي الاراءِ
اجان تير آهن اسان جي ڪمان ۾.

ستارا نه چوندا ته ڇا تون نه ايندين،
اڙي يار ڇڏ ويئي وهي رائگان ۾.

نه ٿي گيت واريم نه ٿي ديپ پاريم،
نه ٿي قول هاريم ٿنهنجيءَ آجيان ۾.



(1) ميدان

# غزل

کروڙن جي اک ۾ ڪتل ڪان جيئڻ،
اسان جي محبت ۾ نيشان جيئڻ.

اڙي دل وري ٽوٽي هي داغ داغ،
ڪو اڄڪلھ ٽڪيل آهي مھمان جيئڻ.

هڙئي هم سفر پنڌ پيا ڏگ لڳام
اُڏائي ڏڳڻ ڏوڙ طوفان جيئڻ.

شرارا شرارا ٿي پوندو جهان،
اشارا اِشارا ڪنهن امڪان جيئڻ.

نہ مينهيون ميون ۾ نہ ميهر سنتوم
اڇي گهنڊ گڙيا ڪنهن گھمسان جيئڻ.

اڇائي جيءَ هڪ لات جي لئہ اسان،
ڏنا تارا نيٽڻ جا (1) تاوان جيئڻ.

(1) ڏنڀ، چٽي

مسافرِ! مٿان مهل وينديءِ رهيءَ
زهي پيار پنهنجو پشيمان جيئن،

ڀ ٿي پهر آ رات چنڊ جي چريا،
وري ڪين ملندو هي (1) ديهه (2) دان جيئن،



(1) بدن، جسم (2) پيتاءِ نذرانو

# غزل

انهيءَ در جي داسيءِ اڙي دل! اڙي دل!
تون ايڏي (1) اٽاسيءِ اڙي دل! اڙي دل!

اڃان ڪجهہ نہ ڪجهہ رات تي گهات آهيءِ
ڪٽي چنڊ اُماسيءِ اڙي دل اڙي دل!

نہ ڪو چلولي! ٽنهنجي چوڙي مجٽ چٽءِ
نہ ڪا سينڌ واسيءِ اڙي دل! اڙي دل!

ڪڏهن اپ جو اوهہ وسندي نہ ڳسيوءِ
تون پيئندي پياسيءِ اڙي دل! اڙي دل!

پنيءَ رات و لهہ ۾ اوهان وار چوڙيامِ
وَسڻ چڙ وماسيءِ اڙي دل! اڙي دل!

هو آيا ۽ وارا نيارا ڪري ويامِ
تون اڄ تائين آسي (3)ءِ اڙي دل! اڙي دل!

محبت نہ ٿي چڙ تہ ڪا رڃ جي اڄ
تون ڪنهن جي پياسيءِ اڙي دل! اڙي دل!



(1) ڀانڪ (2) ڳوٺءِ واهڻ (3) آسروند.

# غزل

اسان کي سوپ جو يا هار جو ڪو پروسو ناهي،
سدائين سوپ لاءِ سوچي سو ماڻهو ڇا (1) ڇسو ناهي.

اڙي زندان ۾ واڙيل سرنهن ڦولار جي ويئي آ،
۽ تنهنجي ڪنڌ مان قاتل ڪو نغمو ٿي ڦٽو ناهي.

(2) ڪُسر (3) نسرن (4) ڪُنپيل وڪرن زمين جي رت نرالي آ،
گهڙي ڪا بي وڙي ناهي ۽ ڪوئي ڏينهن ڪسو ناهي.

الا! مالهڻ جيءَ مالها جيئن ويون هن پوئجي لامون،
توکي واهوندي جي رت جو ڇا سچ پچ ڪو پتو ناهي.

ملي جو مهل موچاري تہ پوءِ توکي ڏسيندا سين،
اسان جي دل بہ گهر ڪنهن جل پريءَ جو آ دڙو ناهي.

ڪنهن تنهنجي ڪٿا چوري پليل ساروٽيون اٿليون،
ڪڏهن ڪي پور پلٽيا تنهنجو ڇڙيو ڪٿ قصو ناهي.



(1) بيوقوف، بي سرت (2) سنڌي سرن ۾ اچا ۽ واڱڻائي پلاند
(3) ڦٽن، نڪرن (4) آڪيرا، پڪيءَ جو ڪکن ۽ ڪچري مان جوڙيل گهر

ها! روٺيءَ جي رنجائي ۾ جلايو سين سچو جوڀن،
غم جا نان برابر پاڻ ۾ سو ولولو ناهي.

وري ٿا ڪشت ڪنهن کان ڪاٽجن ۽ راتيون نبرن،
سَڌُنِ جيءَ رڇ ۾ پوريءَ دل پلا چا چا سٺو ناهي.

اهي ڪورا پنا آخر ٻڌائي چا ٻڌائيندا،
جو ڪاريءَ رات ۾ جن ڪجهه سٺو ناهي ڏٺو ناهي.

سنگينن کان پڇو جن تي اسان جو خون لٿيل آ،
۽ تيرن کان پڇو جن مان ڪوئي دل کان گٿو ناهي.

چري دل! تنهنجي تارن تي، پلا هيءَ ڪهڙي ٿر ٿر آ،
نٿين ڪنهن ستور سانيڻ جوءِ اسان ۾ حوصلو ناهي.



# غزل

آيو ڪير اسان ڪان اڳ،
دگ تي ڦيري ويو جو (1) پڳ.

ڪڙڪي دل تي روز ڪٺان،
سانجهيءَ ويلي سورن (2) نسڳ.

ڏاڦوڙن سان ڌرتي چور،
خاڪي ورديون اوٺا وڳ.

ٻارو ڪٺڇو جان نہ ڪڇي،
هينئڙا! تارن تي ٿئي تڳ.

تنهنجي سر جي سار تہ پوءِ،
رت ۾ ٻڏندي ويئي رڳ رڳ.

هاءِ! اسان جي راهہ نہ روڪ،
هاءِ! پريںءَ جي چنچل چڳ.

ڪير اسان جي لاءِ اچي،
ٽپندڙ سورج دکندڙ دڳ.

تارا! اسان جي هار نہ مڃ،
جڳ ٿو ماري جوٺو جڳ.

●

(1) پير (2) ڪنڪم ولر

# غزل

هي سنگھرن جي موسم صدائن جي موسم
هي تعزير جي رت وفائن جي موسم

اهي جام جا ڏکم اهي چڳ وراکام
ڪجهي چاڪڙي آ قضائن جي موسم

اسان جي ٿي رت سان ڪِرڙهو (1)ڪکوريام
وري آم وري آم (2)بهائن جي موسم

جي جلندو تہ جهونا گڙهہ هاڻ جلندوم
آ چارڻ جي چت ۾ چِتائن جي موسم

جا هلندي ٿي بدليم جا ڪِلندي ٿي منجهيم
سا تنهنجي اکين جيم ادائن جي موسم

اوهان جي اکين ڪان وٺي دار تائينم
اسان لئہ خطائن خطائن جي موسم

(1) ڳاڙها گل ٿيا (2) خون جي بدلي ۾ ملبل رقم کي "بها" چئبو آهي.

هي ڇمبڪ جي ڪڙ ڪڙ هي ٻيڙين جي ڪڙ ڪڙ،
هي دڙڪن ڊٻائن پڇائن جي موسم،

الا! ڪونہ ڇاڻي پرين ڪيرا ماڻي،
گلابي گلن جي فضائن جي موسم،

بهارن جي مند پنهنجي واري تي ايندي،
لٽين جي هلي آءُ سزائن جي موسم،

جگر ڏوڙ ٻٽيو اکيون دونهن ٻٽيون،
ڏني تئون ڏني تئون دعائن جي موسم،

ڪڏهن سينڌ تي ڇپ ڪڏهن پَڳَ (1) ڍڪيءَ تي،
اسان خوب ماڻي، جزائن جي موسم،

ڪڙي دل جي ٽر تي نئين ڪا چنبيلي،
اچي ويئي شرابي هوائن جي موسم،

جڏهن جهور (2) ڳاڳين پلر ڪي پڪاريو،
تہ گهر گهر تي برسي گهٽائن جي موسم،

●

(1) اڏيءِ ڪاسائي جو ٻڪر ڪمرڻ لاءِ رکيل ڪاٺ جو ٽڪر (2) ٽر جو هڪ ٻوٽو (Shurb)

## غزل

گهوري گهوري نہ ڏسبي هاڻ چنڊ جي ٽڪيءَ
اوڇ مان چڙ ليئا تون ٿي پائين لڪيءَ

ڏور ساحل ڏسي ٿي نہ اي دل! (1) وِسيءَ
ٻيڙياتا! اسان ناءُ ڪيڏي ڏڪيءَ

تو جيئان تو جيان ڪنهن ڏٺي آ ميان!
شام جي جام تي مرڪ منهنجي ڦڪيءَ

پيٽ پورهيو ٻہ آ نينهن جي شينهن جيانءَ
ويٺي وندري آ دل ڪنهن تہ ڍنگ ٿي (2) ڍِڪيءَ

اوڻيا! ڳوڻيا! هي مياروں اٿئوءَ
منهنجو ڏاڙو هنيئو جهوڪ منهنجيءَ (3)جِهڪيءَ

تون پريشان نہ ٿيءُ گل جهڙا پريںءَ
دل جڏهن پيي چڪيءَ تنهنجي ڪارڻ سڪيءَ

تو وري چاهتن جي آهي چوري ڪٿاءَ
تو دل نا توان! رهي ڪهي سگهہ وِڪيءَ



(1) ڪمزور نہ ٿيءُ (2) روئي رڙي ويهي رهڻ (3) ترسيءَ جهوڪ ڪرڻ

# غزل

وري درد تنھنجا بہ درمان ٿي ويا،
وري سَھج جا ڪجھ تہ سامان ٿي ويا.

اسان جي اميدن بہ ڪجھ رنگ لاتو،
اوھانِ جا بہ موسم تي احسان ٿي ويا.

جتي ڪنڌ (1) لوئي ڪُني ڪالھ ڪونجَن،
اتي گيت منھنجا بہ ويران ٿي ويا.

ڏسي تنھنجيءَ چوٽيءَ ۾ گينديءَ سندو گل،
ستارا ويچارا پشيمان ٿي ويا.

جيالن جڏھن تنھنجو نالو اچاريو،
تہ سر تان اوسنڌو! سي بي ڏيان ٿي ويا.

جھَڪي جوت ڪاٿي اگر اوت ڪاٿي،
تہ سامي چاھي (12) مٺَ بہ سنسان ٿي ويا.

(1) مٽيءَ ۾ ليٽڙجي (2) سامين ۽ جوڳين جي رھڻ جون جايون

اسان جيڪي ٿاهيا اسان جن کي چاهيوم
اهي ٿي پرين دل جا مهمان ٿي ويا.

هي هيرڻ جون ٿاڙيون هي هُرلي جا رينگٽم
پر ٿي نازبوءِ پيا (1) جُهلي جوان ٿي ويا.

اِسان عشق کان دل هٽائڻ جو سوچيوم
وري زلف تنهنجا پريشان ٿي ويا.



(1) هوا ۾ لڏيءِ لوڏا کائي

# غزل

اسان بن ۾ جيڪي ٻه راتيون لنگهايون،
پرهه مڪ تي جهومڪ جيان سي سجايون.

نه پاتي اسان ڪاٻه مالها نه پاتي،
چنبيليءَ وليون هر آڱر تي لڳايون.

اها مات مڪلي! ڇٿي ڏي ڇٿي ڏي،
اسان تو ۾ ڪيڏيون ڪهاڻيون لڪايون.

تون اڄ بڻج ڪينجهر مان ٻڏجان تو ٻيڙي،
وري ڇولين ۾ سمنڊ کو سمايون.

پئي چنڊ تڙپيو ستارا پئي مڇريا،
اسان تنهنجون پلڪون چپن تي گهمايون.

هي لڙڪن جا موتي هي آسن جا ڪنڊ،
هي پنهنجون ڪمايون هي پنهنجون لٽايون.

اسين جوڳي نيريءَ نگر جيءَ ڪنڌيءَ تي،
پيا جوڻ ڪنهن چنڊ چمڻ لئه مٿايون.



# غزل

رت ديس تنهنجيءَ راھ ۾ ڦڙو ڦڙو ٿي وهي وچيءِ
منهنجو نصيب نهي وچي تنهنجو بہ قرض لهي وچي.

اداس رات جو مان چنڊ گهور گهور پيو پيئانءِ
اونداهين جا چرڀتؤ! متان کو ديپ نهي وچي.

گُلن جا سر کٽي چڏيو وڻن جا ٽڙ سٽي چڏيوءِ
کلي کلي لتاڙيو متان (1) کسر کا رهي وچي.

سوهڻ مٽيءَ جي مر نہ آ جنهن غير جي نہ چپ پٽيءِ
اسان جو چڻ* ۾ کنڊ ڏري (2)اجوڳا (3) ويڙ سهي وچي.

مبارڪون وڏيندڙؤ! کهڻ جي رت اچي وٺيءِ
هٽي پيو کو کسي وچي هتان پيو کو (4) کهي وچي.

اڏائي ڏوڙ راھ جيءِ جي اڄ هلون تہ هيئن هلونءِ
اسان جي شهر ڏي ورڻ جي واٽ ئي ڍهي وچي.

* اولاد

(1) اڻپورو عمل (2) اڻ سهائيندڙ آزاريندڙ (3) ڏکياءِ برا اکر (4) هلي وڃڻ

# غزل

چڻ نظر لڳي ويئي هن ڳھر جي بھارن کيءِ
ڪو نانگ سراپي ويو نت نينھن نظارن کي.

هن راهہ تي جي (1) رميا رولاڪ ٿي سمجھن ٿام
ڳري رات مٿن گذري سا ساک ستارن کي.

نت ن يريءَ سانجھيءَ جو اڄ روھہ ٻ (2) رڻ جھڻ آم
ڪو سانگ ڪان ڪيئن روڪي ڪونجن جي قطارن کي.

هوءَ چوليءَ چوليءَ ساڻ هڪ ناءُ رواني ٿيءِ
چنڊ چمنڊو اڄ (3) ناڪٿا ڪينجھر جي ڪنارن کي.

ڪنھن ڄڳَ جي ڪڙي ڪلندي ڪنھن چَپَ تي مُشڪ* مڙنديءِ
پورا! نہ اجايو چاڻ رتِ جي تہ (4) اوچارن کي.

بادل بہ هٿي ويندا پڻ باک ڦٽي پونديءِ
تون مرک چنڊي منھن تان ڪڻ ڪارن وارن کي.

جيئندا سين پيري جڳ لئہ جيئڻ جا جتن ڏينديءِ
مئاسين تہ ڏٺي چڏبا هي روڳ هزارن کي.

●

* مشڪڻ - مسڪرائڻ

(1) هلياءِ پنڌ پيا (2) چڻ پڻ (3) پيڙياتام مانجھي (4) رت جو اڏامڻ

# غزل

جي جيون تو ۾ سنڌ نہ آ، پوءِ منهنجي توکان دوري آ،
هي جيون جيون آهي ڇا؟ ڪٽ جيل زهر ڪٽ (1) سوري آ.

هن ڪاڪ منڊل ڪي ڍاهيندي ڪنهن آس نگر جا ساٿ ستيون،
اس کان تہ اڇهو ٿو گهرجي ٿي سنسار تہ ٽپندڙ ڪوري آ.

هن ڪوڙ قلعيءَ جو پرم ٽٽو سپ (2)سانگ رچاءَ بہ سمجهون ٿا،
تو (3)نوري ناهي آڏ رکي مون ڪالهہ جا (4) ڍونڊي (5) ٻوري آ.

ڏاڍو ڏاڍو ڪريو ڇو؟ ڇا لاءِ ڊچان مان سمجهان پيو،
جي ڏاڍو اڪ جي ماکي آ پوءِ کهڙي باغ جي موري آ.

قاتل جي هٿن ۾ لرزش آ خنجر بہ سنڀالي ڪير پلاءِ
هيءُ منهنجو خون جو تقدس ٿيو جلاد جي لئہ مجبوري آ.

اڄ سنڌوءَ ماءُ جي ڳل لڳي هر باغيءَ پٺي ٿي هيٺن ڇيوءِ
مان ڪسجان تنهنجي راهن ۾ منظوري آ منظوري آ.



(1) ڦاهي (2) ناٽڪ، ڊرامو (3) انگريزن تڳڙين جو ٺهيل بوٽو (4) مردوءَ جان جو بدبودار مردو (5) دفن ڪئي، پوري

# غزل

سنڌو ساھہ سنڌ ۾ سمائي ڇڏي سين،
حياتيءَ ۾ موڙي لُٽائي ڇڏي سين.

جڏهن سور سانگين جا پنهنجي (1) پُکي پيام
پرين! گهُورَ توڏي گهٽائي ڇڏي سين.

(2) رتيءَ رات تي ڇو (3) هينانءُ لاٿ ٿيو آن؟
ڏياڻي ڏياڻي ڪٽائي ڇڏي سين.

اسان رهون نہ رهون پر رهي چنگ چڻ پڻ،
تنهنجي تند توري تپائي ڇڏي سين.

گهٽو (4)تپ گهٽو تپ گنجي جا او سورج!
جڏي جند (5)واريءَ وڇائي ڇڏي سين.

رناسون تہ هرپل (6)”پَنَڻ“، (7)”پانءِ“ آئي،
ڪِلياسين تہ هر رُت ڪِلائي ڇڏي سين.



(1) حصي ۾ آيا (2) ننيڙي رات (3) ننيي دل ڪندڙ (4) گرم ٿي (5) واري جي مٿان (6) مانرو روئڻ پنڻ (7) محسوس ٿيو پانئجڻ ۾ آئي

# غزل

هي ديوانن جي فطرت آهه ڪو ڏوهه نه ڏربو مقتل تيءِ
جي سرتان گذري چاڙهن ٿا تن مور نه ٻاڙيو اٽڪل تيءِ.

جو رات رَتي نيلام ڪري ۽ گهوَر (1)گهڙيون فتلام ڪريءِ
جو ويٺو ٿو وسرام ڪري مون ٿڪ ڏٺا هن توڪل تيءِ.

ٿي دونهون دونهون وگهري آ ۽ ڪرٽو ڪرٽو وڪري آهه
جو ٽم ٽم ٽم ٽم پڇري آهه پر (2)مير نه آيو مشعل تيءِ.

(3)تو پور بندرسين پاناروءِ جت لهرون لهرون اجياروءِ
هت نگر نگر جو وڻجارو اڻ ڪونيو ايندو (4) قرقل تيءِ.

ڪجهه تارن جي اُجيارن مان ڪجهه ڪونجن جي ته اڏارن تانءِ
ڪجهه گلڙن جي هوٻارن سان هي منهِ م نهٻيو ٿئون محفل تيءِ.

جت ڏونگر ۾ ٿو ڏينهن ٻڏي ۽ دڳ دڳ ۾ ٿي ڏوڙ اڏيءِ
جت هٽ هٽ ۾ ٿو جام لڏي ڪو جهلجي پو ڪيئن جهل پل تيءِ.

جي سپنا آئي رات ڪٽي ڏسجان نه وڃن ڇپرن مان ڇٽيءِ
ڪا گهات ملي چڙهه بات ٻٽيءِ ڪو موڙ نه آڏو منزل تيءِ.



(1) نظارن جي موسم (2) ڏنڌم ميرائي (3) تنمنجو (4) مڪڙي پسارڪي شيءِ

# غزل

نہ انتظارِ يارہ نہ کو الڪو بهار جوءِ
(1)ڪيف ٿي رهيو نہ آهي ندوريءَ چمار جو.

ڏينهن رات جا چڪرا، اسان تي بہ قرب ڪرءِ
ڪڏهن چورائي آڻ تہ ڪو پل قرار جو.

هٿي زندگي ڪٽجڻيءِ سا ڪٽجندي وئيءِ
ڪو ساهہ اڌار جو تہ ڪو گراهہ اڌار جو.

دودن جي دلين تي هثام اندوهہ ڪي پيام
نہ تنهنجو (2)پَڙُ چنيسرا! نہ تنهنجيءَ ڪنار جو.

مُنڊيءَ ۾ پئي جڙاءُ جيئنءِ جڳ مڳ تي جوت ڏئيءِ
اهڙو ٿي ڏيک سپني ۾ آءِ تنهنجيءَ بہ (3) سار جو.

گڏ هئين تہ نہ ڪچئينءِ اکيون جهڪيون رکيئيءِ
ڪارڻ هو کهڙو موڙ تي پوئٽي نهار جو.

●

(1) مزو (2) ڊپ (3) يادءِ يادگيري

# غزل

مهاڻي پيچَلَ * بت تي ويڙهي (1) پُڪلَ،
لڳي چڻ تي ڪينجهر جو ڪنوارو ڪنول.

(2)ڊِڪن پيون دراوڙ گهٽيءَ دير ڪان،
مئن جي دڙي جون مرادون مٿل.

ڪکاين (3)ڪڙهين ۾ اتن (4) سيسڙاٽ،
اچي پئي اچي پئي اُتر جي اُتل.

نہ ڪو جر اپ ۾ نہ سورج کي (5)موگهہ،
ڳري وينديون ڳاڳيون ترن ۾ ڳپل.

اسان جا اوجاڳا اُيامي مٿام
اسان جا او سورج! ڪٿي آن ستل.

وڏي هرڻ بن ۾ ڪيو (6)ڀيپراٽ،
ڪِري اڄ بہ ڪينجهر تي ڪونجي ڪنل.

*پينل
(1) ڪنڌ ۾ منهن تان چادر ويڙهيل (2) رڙن پيون (3) لانڍين (4) سيڪاراٽ سيءَ کان بدن ۾ ترڪا (5) سورج جي پير ۾ ڏوريون، مينهن پوڻ جي نشاني آهي (6) دانهن، رڙ

جڏهن چاڳليءَ* چپ چورو ڪيو،
وڪر منهنجا جيون! اچا ڪڇھ (1)اُڪُلُ،

ڪٽي آئي (2)پاڪر پلئہ سان ڍڪي،
پري لپ جوئر هٿن جي (3) لُئلَ،

سڄي سونهن سوپيا (4)سَٽاين جي هٿ،
پرون پيٽ چاتي پٺي تي ڌنل،

سرنهن تيل واسيا اوهان جا پنيا،
ڳتون تنهنجون سرهيءَ ڳنيريءَ ڳتل،



*چاڳ واري - چپ چورڻ - آهستي پٽڪڻ

(1) قملجي وڄ (2) سوڪڙي (3) لٽيل، لوب ڪيل (4) جواري، سٽي باز

# غزل

فضائن جي گهيري ۾ گذريل ڏهاڙا،
قتل گاهہ آڏوسي (1) نبريل ڏهاڙا.

پرينءَ جيءَ گليءَ ۾ پٿون پير تيند ٿيءَ
نہ ووڙج وري سي ٿي وسريل ڏهاڙا.

ڪٿي ذات بٽيام ڪٿي بٽيا سرگمہ
اسان جيءَ وهيءَ جا ڪي وڪريل ڏهاڙا.

هي ڪينجهر ڪنڌيءَ تي نماچيءَ جا تڪيام
هي نوريءَ جي جلون سان نڪريل ڏهاڙا.

اٿئي (2) پپ! پارت مٽان ڏس مَٿائينہ
چڙيا ٿئون پٿر تي جي پٿريل ڏهاڙا.

●

(1) وهاميلہ گذريل (2) جابلو علائقو

# غزل

چنڊ (1) وانڊا ويندين راتين جا،
ٽيا پار چٽا پرڀاتين جا.

ٽيون پٺڪن پوري بادل سانء
ڏس آرا اڪڙين آتين جا.

تون آگم آگم بڻجي آءُ
جيئن (2) پيبر ڦرن برساتين جا.

ڇا لاءِ پلائيئہ او پوري!؟
سي جهرٽا آڏين جهاتين جا.

مون تاتيو ٽُور آ تاڙن جوء
ڪي ڇوڏا ڇاري ڇاتين جا.

مون ڪنڌ ٿنين جي ڪاٽ ڏنوء
جن ڪنڌ جهڪايا ڪاتين جا.

(1) ورلاپء آواز (2) نمونا

ورا موٽ او ڳيرا! ڏينهن وريا،
سي لوهيڙي تبي لاتين جا.

تون ڪٿ ڪٿ تن ڪي سڻ ڪندين،
هو راهي راه (1) اڇاتين جا.

تون ڳاءُ تہ پوءِ ڪيئن منٻ جن تام
ها! وات سپين (2)چوُ واتين جا.

هڪ وار تہ خنجر چمڪ ڏي،
پيا ڪلندا پيد حياتين جا.



(1) اڻ چاتل راهن جا (2) گهٽو ڳالهائيندڙ (عورتن) جا

# غزل

منجهيل ساز ڀيھر کي (1) سانکورجن،
ڇيو دل وري چنگ کي ڇورجن.

پره ڦوٽ جي ڳالھ ڏاڍي ڀلي،
(2) اسُورن جون وايون اڃانِ اورجن.

اڃانِ تئين نہ تارُو! اتارُو ھينيان!
پلا چئہ تہ (3) پيلا گھٽا پورجن.

پري اپ جا تارا نہ پيرن ڪچيا،
اکين ڪان پڇو سي ٽا ڪيئن تورجن.

اڃان سچ سر تي، تتيءَ پونءِ پير،
اڃان جھنگ چئہ ڪيترا جھورجن.

(4)سنائت ٽيو سور تنھنجو سڄڻ!
اسان ڪان ڪٿي ٽا ڏونگر ڏورجن.

(1) ترتيب ڏجن (2) اسر (3) ڪچا ڏلا (4) ساٿي، همسفر

ڪتي چئو پلانديءَ* اڪين ۾ ڪو راتم
ولهيءِ رات (1) وٽيون ٽيون سورجن،

مان پانئيان تہ پؤنرن ڪيا (2)پڙ پٽاتم
اٿر واءُ تي نازبوءُ مورجن *م



* چارپهر - چار پلانبِ

(1) بنيءَ جو وٽون (2) پڙ پڙ * ڪٽن تا - ٽڙن تا.

# غزل

مري پيي نہ ملندو اسان کي قرار،
اسان کان پوءِ ڏسجان اسان جا مزار.

اهائي ميياڻي، اهوئي ننڊو،
وئي ڪٽ ڪائي اسان جي ڪنار.

هنجن جي ٽڪڻ جون نشانيون رهيون،
اڃا ڪنيپ سر تي عطر جا (1)اُبار.

سنائون آجياڻپ نہ ڪا ساھ تنتي،
هڏين کي بہ واڙي چڏيائون (2)حصار.

اهو بن گهڙين جو (3) وهايل (4) وِرِهُہ
نهوڙي ويو نيڻ ساري چمار.

وري (5)واڪ تنهنجي انگل جا لڳام
وِڪي سونهن تنهنجي پري اڄ بزار.

(1) مهڪ (2) قيد (3) پرايل، ورتل (4) عشق، نينهن (5) بولي، دلال جي پڪار

(1)قطارين ڦيرايا گهٽا .راهه پيچ،
اهو اٿ منهنجو اهائي قطار،

سپني ۾ قاتل کي سمهڻ ٿيون نه ڏين،
اسان جيون اکيون ۽ اسان جي نهار،



(1) اوٺين، اوٺارن

# غزل

رهن تا عرش جا (۱)آراءِ ڪٿهن ڪهڙا ڪٿهن ڪهڙاءِ
اهي مقتل اهي ماراءِ ڪٿهن ڪهڙا ڪٿهن ڪهڙا.

هلو پرياتِ جا پياڪؤ! جو ميخاني جو در ڪوليونءِ
اجارا سانگ هِن ساراءِ ڪٿهن ڪهڙا ڪٿهن ڪهڙا.

اسان زندان واسين جوءِ نہ رنگ بدليو نہ رُت بدليءِ
ڪراين ۾ ڪلف ڪاراءِ ڪٿهن ڪهڙا ڪٿهن ڪهڙا.

هينئيان! ايڏو نہ هارج ڪجهہ ڪليجا! تون بہ مڏڪيون جهلءِ
اجهي ڳٽتيون وياڳاراءِ ڪٿهن.ڪهڙا ڪٿهن ڪهڙا.

سپاٽيءَ جئي بہ سورين ڪي پيا منصور منهن ڏينداءِ
اسان پنهنجا وتا واراءِ ڪٿهن ڪهڙا ڪٿهن ڪهڙا.

اسان جا سرفروشؤ! سر وڍيا پر ساڳيا ڪٿ هنءِ
اهي دستور ۽ داراءِ ڪٿهن ڪهڙا ڪٿهن ڪهڙا.

(۱) ناز، نخرا، تماشا

اڙانگين عشق جي راهن، لڦون پريون ڏڏڙ آچي،
اکين ۾ لڙڪ هي کارا، ڪڏهن کهڙا ڪڏهن کهڙا.

چڙي تنهنجي ڪٿا ۾ رات، تنهنجيءَ تات ۾ ويئي،
اکيون جليون ٻريا (1)چارا، ڪڏهن کهڙا ڪڏهن کهڙا.



(1) واتون، رستا

# غزل

چمن چمن ۾ چٽي آ ميندي، هزار منظر حساب ڪونهي،
نهار ٽورو بهار مقتل، رڱو ٿئي ڳاڙهو گلاب ڪونهي.

اوهان جو ڳڙدو اوهان سان سائين، پري ٿو (1)جانا اوهان جا نادر!
شرم شرم ٿيون گهٽيون جبينون، اوهان ڪي مطلق حجاب ڪونهي.

پيئڻ گهرين ٿو پلي سو پي وڃ، چوڻ ڪي هڪڙو اکر آ چوڻو،
نڙيءَ ۾ رنڊڇي پوي نه قبلا! اسان جو ڳوڙهو شراب ڪونهي.

نگاهه ڪنهنجي پلا پئي آ، جهڪي جهڪي پيا پُرون اوهان جا،
چپر اوهان جا چڻيا چنپيائي، اهو چا اک جو عتاب ڪونهي؟.

چيوسين جيڪي چپن تي آيو، نريءَ تي پنهنجي سري نچائي،
سري لڪائڻ ڳچي بچائڻ، اسان سو پڙهيو نصاب ڪونهي.

اهي به پردا هٽائي ڇڏجانءِ، اهي به آڳر سجائي ڇڏجانءِ
لڪڻ لئه جاءِ پناهه ناهي، نچڻ سان نهندو نقاب ڪونهي.

جگر جگر آ ڪباب جن جو، لڙڪ ۾ آهون جنين جو توشو،
مزو نه ڏيندي تنين جي محفل، شراب ڪونهي شباب ڪونهي.

●

(1) نڪ تي نالا پرڻ

# غزل

گيت منهنجا جيڪي هڏڪين جان هوائن ۾ رهيا،
مدتون ٿيون جو پرين! تنهنجي پڇائڻ ۾ رهيا.

سال لنگهيا جو سندن ساٿ ٿتا سگ ٿتام
ڪيترا سجدا تہ نراڙن جي نمائن ۾ رهيا.

تون تہ پر ڏيهہ وڃين پيار پلي ويهين متان،
پريشان خواب اسان جا تنهنجي ڏسائن ۾ رهيا.

دل ٿي ڦاٽي ۽ وڇوڙي جو وڍيو روئين نٿو،
ڪيترا درد تہ تنهنجي نيٽن جي گڦائن ۾ رهيا.

سيان جا درد اسان جا ۽ سيان جا دارون اسان،
شوق سان اڄ جي هو دردن ۾ دوائن ۾ رهيا.

وقت جو رنگ ڍنگ نہ رهيو نہ ساڳي ريت رهي،
پوءِ بہ ويساهہ پنهنجا تنهنجي ٺي وفائن ۾ رهيا.

(1)رڃائي نہ جن ڪي سگهي سڄ جي تپش نہ دل جي خلش،
چلولا سي بہ تنهنجي چاهت جي چِتائن ۾ رهيا.

تنهنجي مشڪن سنڌو مانڊاڻ تنهنجي جلون جو فريب،
ڪيترائي فتنا لڪل تنهنجي گيسوءَ جي ادائن ۾ رهيا.



(1) پگهرائي

# غزل

کنهن جي يادن جي ساگر ۾ اتري ويئي،
هوءَ پنهنجو قول جان پوءِ وکري ويئي.

ڳوٺ وارا ته ڪا وارتا ڪن پيا،
هوءَ ته پنهنجي ڪٿا پاڻ وسري ويئي.

ڪيترا هٿ وڌيا ڪيترا گل ڪريا،
هو گونگي ٿي راهن تان گذري ويئي.

پنهنجي الفت جي سارن حوالن سان گڏ،
هوءَ وڇوڙي جي رُت جيئن نبري ويئي.

زندگي پر ڪٿائون سنڌس پل ڪجن،
منهنجي آئي دنيا ۾ ۽ اڏري ويئي.

اوڻيو! من جي ويڙهي مان جيڪر لنگهيو،
چئجو من ڪي ته هيءَ رُت به گذري ويئي.

تنهنجي گجري جا گينڊا اڃان واسيا،
هونئن اتر رت ۾ اُپري ۽ نبري ۽ اپري ويئي.

تنهنجو باغي سدائين پيو روئي پلين،
تنهنجي چڳ سڄڻ نيٺ سنوري ويئي.



# غزل

پاڻ ۾ ڳُٽيون سور (1) سهيڙام
کير نبيري جڳ جا جهيڙا.

پيت جي پورت وچ ۾ پريتم!
کير ڪري تو پيار بکيڙا.

ساونڻ آ ملهار ٻه آهن،
من جي مور پلايا (2) ڪيڙا.

ڏاگهه چڙهي ويئي هر هڪ آشا،
خواب وهي ويا لڙڪن (3) پيڙا.

ڪويل گهورن سانُ پيو نهارين،
شاعر! چڻ ته جليا تڏي ٻيڙا.

پياڳ جي پيتا تنهنجو ڳڻجڻ،
تنهنجون سارون چيت جا ميڙا.

(1) ميلا (2) ناچ، نرت (3) ڳڻ، سان ڳڻ

گھاءُ ٻہ ڇھڪن نيڻ نہ چِلڪن،
(1)ٽيڙي دنيا (2) نِيَمَ ٻہ ٽيڙا.

گيتَ، ڪسني ويو ميتَ، زمانو،
مون وٽ ٻچيا ويڻ (3)آويڙا.

تون تہ چئين ورجاءِ ڪھاڻي،
مون ڪان جنھن جا وسريا ڇيڙا.

ڪير ڏڪيارو ناھي باغي،
پوءِ ڇو تنھنجا جام ڪي ٽيڙا.



(1) ڏنگي، آڏي (2) قائدا، قانون (3) اڻ ٺهندڙ، اڻ سهائيندڙ

# غزل

(1)پونمر جي چنڊ کي گھوريندا رهيا منهنجا نيڻ اداس،
هن ٻيري جي (3)تِيج اسان جيءَ دل جا (3)گھات ڪيا وشواس،

گھر گھر جهيٽيون جوتيون جرڪيون، چوڌاري (4) گوڌول اڏي،
گليءَ گليءَ ۾ آنچل ڊرڪيا، ڳاڙھو پيلو ٿيو (5)پرواس،

هن پونمر تي (6) رڪڙي ٻڌبي، تنهنجيءَ سونهن جي آرتي وٺبي،
هاءِ! اسان جا سپنا سوچون، هاءِ اهي اڌما احساس،

ترين وِچ ۾ قول مروڙي، دارون هاري ديپ ڍڪي،
هيل اسان تہ ملهايو سانوڻ، من جني هر ڪا ٽوڙي آس،

(7)ڳمهولن جون ڪانيون ڪٽڪيون، جڻ تنهنجون چوڙيون چٽڪيون،
تنهنجو آنچل سمجهي پڪڙي، ورتيسين لوهيڙي (8) لاس،

(9)سيمر پيري سنپارن وچ ۾، (10)گوالي چنگ ۾ چٽنگ پري،
(11)ڪنٺ اسان جي ۾ (12)وھ پلٽيو، راڳن مان بہ رنو ميناس،



(1) چوڏهين جو چنڊ (2) سانوڻ جي 3 تاريخ تي هندو تيج ملهائيندا آهن،
(3) ويساھ ختم ٿيڻ (4) ڍڳين جي پيرن سان اڏامندڙ ڌوڙ (5) ميدان، پٽ
(6) گلن ۽ رنگين ڌاڳن سان ٺهيل ڪنگڻ (7) ٽر جو گاھ (8) تاري، لام (9)
مال جي چرڻ جي جوءِ (10) ڳنوار يا ڍڳين جو ڌنار (11) گلو (12) زهر -

# غزل

اکيون بہ باندي رڳون بہ باندي، پرين! ڪجي چا تنهنجو شهر آهي
چپن جي (1) رقٹي هتي جرم آهي اکين جي ڪينچل هتي ڏمر آ.

اها وکن ۾ ڊڄائي چو چو؟ اجان تہ تنهنجي چري وهي آهي
رکين جي پيرا رتيون تي ڏونگرو پٽر بہ تنهنجي اڳيان پٽر* آ.

اهي تہ طوفان وڏيا پيا وڏندا، مينٿر تہ مانجهي هنيان نہ ماريو،
(2)سڏن سان ساگر سکا نہ کڏهن، گهرڻ سان گهٽبي نہ ڪا لهر آ.

لڙن جي لالي پري ترين ۾، گسن جي متي ذري اکين ۾،
هلي هلي بس تکبي پيا سين گهٽو بڌايو. اجان سفر آ.

کلين مان (3)اکتا هڏين ۾ (4)پينا هڏين مان نکتل جگر تي بيٺا،
والله! غصب تو کرين وڍيندڙ اجان بہ چئين تو گٿي نظر آ.

ڪرين پيو سو پلين کندو رهہ پڇاٽا چاجا؟ وراٽا چاجا؟
گهڙي جتي آئي پڇي بہ ونبو اجان تہ توکي وڏي ڳهر آ.

* پٽر - گاهہ وڇائڻ

(1) ڏکٽي (2) خواهشن (3) پار پئجي ويا (4) پيهي ويا

اسان چا ھي وڍ اسان جو پورھيو، اسان تہ تن من سنڌوءَ تان واريو، اڏيون اجاريو آڙاھہ ٻاريو، اسان جو نينھن پيءُ اجان (1)نٺر آ.

اسان تہ سنڌ سنڌ زخم سٺاسين، اسان لٽاسين اسان ڪٺاسين، طبيب ڪن چا؟ حڪيم ڪن چا؟ اسان جي جندڙي سچي زھر آ.

تنھنجي اکين ۾ اداسي چا جي؟ اڙي او شاعر! اڙي او باغي! اجان تہ ڪوڙين ڪليون بہ ڪلنديون سنڌوءَ جي مٽي نہ ٿي ڪلر آ.

●

(1) سرڪش

# غزل

گهنڊ (1)گڙن تا درياءُ پرءِ
رات چڙهي اوڇاڳن ور.

يار وڇوڙو سهي وڃبوءِ
هاڻ نہ منهنجي چنتا ڪر.

اپ اوڳاڇي لالي آءِ
جر ۾ جرڪي پئي آ (2)ڇر.

ڪنهن ميهار جا پار پڇياءِ
ڇولين ڇوه نديءَ ۾ (3)ڇِر.

منهنجيءَ سڪٽو جهول ڇڏيءِ
ڏات هلي ويئي تنهنجي در.



(1) وڄن پياءِ آواز ڪن پيا (2) جوت، لمس (3) پاڻي جي پالوٽ

# غزل

اسان جي چمن مان ڪٿي دل پري آ،
وري چو (1)قفص جيءَ هي ڳڙڪي ڪلي آ.

اها ڇوڪري جنهن جي (2)دائيءَ ۾ موتيو،
اسان جا چئي سا اها جل پري آ.

هي لڙڪن جو سيلاب ڇا ساٿ ڏيندو،
چون ٿا سياري جي شب پيي ڏگهي آ.

ڏسون هيل کهڙا پچن ٿا پتنگا،
اسان هڪڙي مشعل ٻنيي تي رکي آ.

وڏيرن جي ملڪيت وڏيرا ٻي جاڻن،
محبت جي پونجيءَ اسان وٽ هڪي آ.



(1) پڃرو، قيدخانو (2) جنهن ڇوڪريءَ جي وارن جي ڳتن ۾ پوتل / پاتل موتين کي ڌاڳي ڇٽبو آهي.

# غزل

بدلائيندو آسمان رنگ وهـ واءِ
نرالا ٿي پوندا، پنهنجا ڍنگ وه وا!

اڇهي زرد پتا، اڏاڻا وڃن پيا،
زمانن تان لهندا، وڃن رنگ وهـ وا!

نـ ميهر پڙي آ، نـ مينهون پري هن،
(1)پرارا سچن پيا، چڙا چنگ واهـ وا!

درد جو فصل، ڏسجي (2)آيون ڪڏهن ٿيءِ
اچا سور ڪيندا وڃن سنگ وهـ وا!

گهڙيءَ لاءِ (3)لوريءِ گهڙي لاءِ لاڏوءِ
سيان جهوڪ خاليءِ سچو جهنگ وهـ وا!

وڇوڙا بـ ويندا، ولوڙا بـ ويندا،
پرين ٿيا اسان ساڻ پر (4)سنگ وهـ وا!

ڪٿي آهي باغيءِ ستي سنڌ ساريءِ
سنڌس ذات شايد ڏٺي ڏنگ وهـ وا!



(1)پرينءَ پر تان (2) پڇي تيار ٿي (3) نڙ تي بيٺ (4) خوش راضي

## نظم

اڄ ڀي شهرِ جانان کي توکي سنڀارون،
ته شاعر جوڻ گذريون هتي پنج بهارون.

# نظم

## بند وِسڪيءَ جي بوتل جيان ڇوڪري

بند وسڪيءَ جيءَ بوتل جيان ڇوڪري
هوءَ نشن جيئن لهي ٿي حواسن مٿان
ڇانئجي ٿي وڃي ڄڻ سواسن مٿان
ڇام شوري جي مٿ مست شامن هٿان
ڪنهن نہ پيتو آ ڪنهن ناهي (1) ورتائيو
هام جتي ٿي سفيدن تي شبنم ڪري
هير ڏاڙهونءَ جي ٻوٽي تي ٽڏڙا ڪري
ڪن ۾ رابيل ڪي ڪجهہ ٻڌائي تہ ٿي
هوءَ پريشان پريشان پرهہ جي هوا
يارِ جيءَ ڇِڳ ڪي ٿورو اڏائي تہ ٿي
هن هوا جي سڄين ڇلولائين هٿان
ڪيترا ڪيپ نيڻن ۾ سُڪن پيا
ڪيترا خواب نيڻن ۾ پٿڪن پيا
ڇام شوري جي ڇنچل گلين جي سڏيو
ڀاڻ نڪري پياسين ٻہ پهري ۾ ٿي
تنهنجي چوٽي جي سيني وراڪن پنيان

(1) واپرايوءِ استعمال

تنهنجي چهري جي صبحن جي لالي چمڻ
کو اڙانگي سفر کان نہ گهبرائيو
جنهن بہ پيتو هتي جنهن بہ ورتائيو
هام اوهان جيءَ جوانيءَ جي نيارپ ڏسي
بند مکڙيءَ جانءِ چپ جي ڪنوارپ ڏسي
ڪيز ناهي پيليو ڪير ناهي ڏتو
هام هتي ڪير آ جنهن کي منهنجي مِٺي!
تنهنجين ارڏين ادائن نہ ڀنيپلائيو
ڍيل جيئن پير سوري ۾ توري رکڻ
پيٽڪندي ڪجهہ چوڻ مشڪندي ڪجهہ ڏسڻ
ڪير ڪافر آ جو تو نہ تڙپائيو
جام شوري جي ڪوئل تون آن چوڪري
بند وسڪيءَ جي بوتل تون آن چوڪري



# نظم

## شهر جانان

اڙي شهرِ (1)جانان، ڪي توکي (2)سنڀارون،
تہ شاعر جون گذريون، هتي پنج ٻهارون،

هي جوڏن جي سينن جان (3)فراخ رستا
هي يوڪلپٽس جون نہ ڪتندڙ قطارون
هي تنهنجي گلين ۾ اسان جا حوالا
هي تنهنجي پٽن تي اسان جون پچارن

هتي ٻن دلين جي ٻہ ڌڙڪن هئي گونجي
هيون جل پريءَ ڪنهن جهڪايون نهارون
اجان ڪجھ نہ بدليو آهي اڙي دل!
تصور ۾ ايرن ٿيون ساڳيون پڪارون

هي وک وک تي منهنجيءَ پياريءَ جا پاچا
۽ دگ دگ تي آنچل سندس جُون اڏارون
اٿلندڙ اکين ۾ ڪنهن چاهت جي پوڄا
۽ پنبڻين ۾ اٽڪيل ڪي سجدا (4) سپارون

(1) محبوب، جان جهڙو عزيز (2) يادگيريون (3) ويڪرا، ڪشادا
(4) سپردگيون

۽ هن جي هلڻ ۾ هئي سارنگ جي رم جهم
ڪلڻ ۾ تہ ميران جي سرندي جؤن تارون
چڙيون ۽ اسان ڪي ڪري ويون ويراڳي
”او (1)بلما! (2)ڪنهيا! ڪي (3)ابلا جون سارون“

اڃان پيي تہ ساڳي ٿيي آ فارميسي
سپر هاءِ وي لڳ هو پيپليون ديوارون
صبح پهريان ڪرٽا جهنٽي شنڌالاجي
هوائن ۾ مهڪن گلابن جون ڏارون

اٿر واءُ آٿي ٿو گيندي تي جوين
ڪري ماڪ ڏاڙهون پڻن تي پسارون
چڪائي وجهن چاڪ ٿا سارا مارڳ
وري ڪنهن لنگهہ تان سڻن هن جون سارون

نہ منجي سگهيون سي تہ دل جي پٿيءَ تان
ڪنهن شرميليءَ وينگس جون چُڪندڙ نهارون
نہ پلجي سگهيس هن جي گونگي ڪلپنا
نہ وسري سگهيس هن جيءَ اک جون الارون

(1) هي سٽ ميران ٻائيءَ جي شاعريءَ تان کنيل آهي. (2) ڪانڌ، ور
(3) بيواهہ عورت

تصور ۾ ايري اڇن تا سي ڏينهڙا
جڏهن هن جيءَ چوٽيءَ مان ڦٽيون ٻه ڌارون
نہ اڪليل محبت جا رنگين جذبا
نہ سليل تنهن چاهت جون گُجهيون ميارون

اڃان پيي تہ هردو اسان جو ڇلن ٽيون
نہ پوري ٽيل پيار جون سي پچارون
”سو اڙي شهر دلدارم تنهنجي دڳن تي
ڪا سفيد ڪپڙن سان ايندي تہ هوندي

۽ هوءَ اپسرائن جي ٽولي جي راڻي
ڏسي توکي اداس ٿيندي تہ هوندي



# نظم

## ڇا ٿيو جي ڪا ڇانءَ نہ آهي

مون سان پير پرين ها جيڪر
توکي ٿر ۾ (1)ٿانءُ نہ ملي ها
پر تنهنجي پيرن کي شايد
اهڙي آرهڙ (2)ڀانءِ نہ ملي ها
ٿانئِا ٿانئِا ٿي ويو آهين
پوءِ ڀي پاڻ جلڻ لئہ آتو!
پيرن ۾ ٿئي ڇالا ڇورا!
ڦهٽن تي ٻہ هلڻ لئہ آتو!
تون ايڏو آن پياسو مورک!
ڇڻ ڪا هاڻ ملهار نہ ايندي
ست رنگا انڊلٺ ٻہ نہ ڪڙندا
ڪستوريءَ هٻڪار نہ ايندي
(3)ڇيرا ڇڻندڙ هن ڌرتيءَ تي
تون ٻہ جليو آن مان ٻہ جليو هان
پنهنجي پنهنجي رند تي راهي!
تون ٻہ هليو آن مان ٻہ هليو هان
گڏجي پنڌ ڪريون ها جيڪر

(1) ٿاڪ ماڳ (2) احساس (3) ارہ ٻاهہ جا مچ

ڪو چيرو ڪاچانءَ نہ ملي ها
پر واتھڙو! گڏ ھلڻ سان
جھڙ ڦڙ واري (1)جھانءَ ملي ها
تنھنجا چالن ھاٿا پيرا
رڙھندي رڙھندي رت ٿين ها
منھنجا گيت انھن گھڙين ۾
توکي ڪائي تانگھہ ڏين ها
تون جي سھڪي ساٿو ٿين ها
(2)ٻيھر پيڙي بيٺ ٻڏون ها
گيتن جي پڙلاو ۾ گم ٿي
پنھنجي پنھنجي ماڳ وڏون ها
چا ٿيو جي ڪا چانءَ نہ آھي
چا ٿيو جي ڪا چانءَ نہ آھي.



(1) ٿڌڪار واري موسم (2) سندرو ٻڌڻ

# نظم

## چام شوري جو پٿر

سنڌ ورسٽيءَ مان جنهن جو گذر ٿيو وڃي
چام شوري جو چڻ سو پٿر ٿيو وڃي
ها! هتان جا سفيدا ٽا گهايو وڃن
ها! هتان موتئي جون ڪليون پيي ڪٽو
هڪڙو گل* موهر سنڌس چوٽلي ۾ هٽو
هوءَ ڪيڏي نہ سهڻي اتس سوپيام
هوءَ جا منهنجي خوابن جي آ ساپيا
هوءَ ڏسڻ ڏيو اسان کي شرم ٻوٽڙي
جا هٿ جا نظر سان، نريو ٿي وڃي
چام چئون دل سان هوءَ ڪجھ ڪريو ٿي وڃي
ڏينهن ڏٺي جا لٽيندڙ هٿيارن سان بلڪل
اسان پيي ٻڏا هن وڏا ڏاڙيوال
مگر هوءَ ڏاڙا هٽي ٿي دلين تي
جو نظرن ئي نظرن ۾ ڏاڙا هٽي ٿي
ملي ٿو نہ سگ
هوءَ جا مرڪٽي موهٽي چوڪري
ساوڏن وينٽريڪلس ۽ آريڪلس وچ مان

* هڪ وڻ جيو ڳاڙها گل جهليندو آهي.

سڏا سائينس وينوسس تي هٿ تي وجهي
مروڙيو چڙهي تي والو هرٽ جا (Valve Heart)
هوءَ جا هر روز هڪڙي نئين ڍنگ سان
دل جا در بيڪڙيل تي اکوڙيو چڙهي
ڏاڍن ڏاڍن جا چڪا چڙهايو چڙهي
هن کي پيٽيون تہ ڪنهن ساڻ پيٽيون پلا
جي تا پيٽيون خدا سان ڪفر ٿيو وڃي
سنڌ ورستيءَ مان جنهن جو گذر ٿيو وڃي
چام شوري جو چڻ تہ پٿر ٿيو وڃي



# نظم

## پاڳيو ڏينهن

مون کي گوندر جي گهه * سر ۾
سک جي سج جي ساک ڏئي وچ
نيٽن ڳاڙهي لاک ڏئي وچ
هي جو ڏونهين لاٽ اٿن تا
واٿن واٿن تي لاٿن مان
(1)ڏونٿرا مهري ڳاٿ ڪٽن تا.
ڪوسي ڪڙهندڙ ريت تي هلندي
سورج جا پيي پير چٽن تا
(2)ڍوڏا (3) ٻٺ* ۾ ڇهنب هٽن تا
شايد ڪوئي چشمو ڦٽندو
گهانگهيٽيءَ جي ڇانءَ ۾ بيٺل
هيءُ پيي روجهه اڃارو آهي
اڪ تي دز جو چارو آهي
ڪونيٽ جو سپ پور ڇٽي ويو
ٿوهر جون سپ مکڙيون سکيون
هن گواليءِ پنهنجي وينا
ٿر جي اڄ سان سرچائي آ

* گس جي ڏڏڙ - مٽي (1) اڇا سفيد (2) ڪارا ڪانوءَ * ويراڻ رڻ پٽ

پٽ جي واري گرمائي آ
هن (1) ڪيريءَ تي مور ٺهو ڪيو
ٻيل ٻہ رُت راماٽا ڏئي
تڙڪولي ۾ شرمائي آ
ٻرندڙ ڏڱندڙ واءُ لڳي ٿو
چوڏس اپ تي ٻوڏ رڙن ٿا
پورنءَ ڏي ڏسندي نيڻ سڙن ٿا
اپ تي ڏسندي سيڪ لڳي ٿو
تپندي ڏاڍو تاءُ ڪيو آ
هوڏانهن لوءَ نراڙ ٿي سيڪي
منهنجا پيرا بڪيون جيرا
(2) ترين ڪوبہ تراٽو* ڪونهي
منهنجو ڪوبہ نڪاٽو ڪونهي
هن نڪاٽي هن ئي ٽاٽي
اڄ نيارو نينهن ڪري وڃ
هڪڙو ڀاڱيو ڏينهن ڪري وڃ



* پيرن آڏي ڪا شئي، جُتي وغيره
(1) پٽ جي ڪنارين کي ڪيري چئبو آهي. (2) پيرن جي لاءِ ڪوبہ پوش يا ڍڪ ڪونهي.

## نظم

### هر روز تون اڇجان ڪنريءَ ۾

هوءَ ڇتون پنکيءَ چنريءَ ۾
هر روز اڇي ٿي ڪنريءَ ۾
آبڙتي ڪوڪ پپيهي جي
ءِ ڏڙ ڏڙ گاڏي بيهي ٿي
گاڏيءَ جي دبي مان چاڙ لٿي
هوءَ جوين جي سپنن جي (1)سٿي
گهونگهٽ ڪي جهلي پايل ٿي چلي
اکڙيون جي ڪٽي تہ بہ پيد ڪلي
ڪن ڪچ ڪچ پن سفيدي جا
ءِ توسان گڏ بہ ڪهاڻي آ
هان مان نہ ڪهاڻيءَ جو (2) نائڪ
پر تنهنجي سوپيا جو (3) گائڪ
هي ٿورا بند ڪويتا جا
هڪ شاعر وٽ پيو هوندو ڇا؟
جي چاهين توکي پيٽ ڏيان
جي سرجيا مون بي هنريءَ ۾
هر روز تون اڇجانءِ ڪنريءَ ۾
هر روز تون اڇجانءِ ڪنريءَ ۾



(1) موڙيءِ رسي سان ٻڌل (2) هيرو (Hero) ڊرامي جو ڪردار (3) ڳائڻو

## نظم

# انسان اٿيو

کارونجهر جيءَ (1) ڪور مٿي
ڪو سائو پيلو مور نچي
هو پورو پورو بادلڙو
بي راهه مسافر جيان پٽڪي
ڏس (2) سر ۾ آهي ساهه پيو
ٿي گوڙ گجي ٿو مينهن وسي
لهندڙ سج جي لاٽن ۾
ڪا شام هئي (3)شمشام هيو
هن رات جي ڪاري روپ اندر
ڪو پرهه سندو پيغام هيو
منهن* مير مهل جا ماڪ اُٺي
ايءُ رات سندو انجام هيو
ڪرڻو ڏنڀ جي جهرٽي ۾
ائين آهي چپيو چڻ تير ڪپيو
هوءَ ناسي رنگ جي نٽن هلي
ڪو (4)گورهاڙو آ گل اُڳيو*
ولهار سچو آ واسي پيو
انسان اٿيو انسان اٿيو



* پيچ پني مهل * پيدا ٿيوءِ ٿتو.

(1) ڪنارو (2) چشمو (3) تلاءَ (3) شمعدان، مشعل (4) ڪارو ناسي

## نظم

# هل تہ هلون هيءُ شهر ڇڏي

مَن ڌرتيءَ جو دستور الٽ
مَن ملڪ سندو منشور الٽ
هت ماڳهپو مجبور ڏٺم
هت چهرو چهرو چور ڏٺم
هت فوٽ پاٿن تي پار پنن
۽ گند گلين ۾ سڙڪا ڪن
هت سيني سيني دونهين دکن
هت دل دل ۾ ناسور (۱)چڪن
مَن تر مان هلبا ٿاڪ ٿڏي
تون هل تہ هلون هي شهر ڇڏي

هت عصمت ڪاروبار بڻي
هت مجبوري واپار بڻي
هيءَ نگري سڀ بازار بڻي
هت غربت چڻ ڪاگار بڻي
مَن ٿڪن جهڙيءَ دنيا ۾
مَن ههڙيءَ تهڙيءَ دنيا ۾
ڪِنڌ لڙڪائي جيئڻو تو پوي
۽ ڍڪ ڍڪ وهہ پيئڻو تو پوي
ڪجھ سڏڪن سان، گڏ لڙڪ گڏي
تون هل تہ هلون هيءُ شهر ڇڏي

(۱) چڪن۾ گند ٿمائين

هي ڦٽڪا پنڙن ساٿن تي
هي ماڏهو ميڙا تاٿن تئي
ڪي زندان ۾ ڪي ڦاهن تي
ڪي بندوقن جي (1)ناهن تي
هي اوچيون ٻانگون چاڙهيءَ تي
هي رت جا ڍِڳ ڏاڙهيءَ تِي
هي چنبا ڪنهن جي چوليءَ تي
هي ٽِڪا ڪنهن جيءَ پوٽيءَ تي
هت جت ڪٿ جوکو جيءَ جڏي
تون هل تہ هلون هي شهر ڇڏي

هي ٻستي آ پوتان جي
يا پيرن يا پاڳارن جي
هي ڏيهہ سڄو زردارن جو
ڇا حق آ تو مون پارن جو
ڪوئي نہ سهارو ٿي سگهندو
پنهنجو نہ گذارو ٿي سگهندو
هن ناڏي واريءَ دنيا ۾
هن هيڏيءَ ساريءَ دنيا ۾
ڪوجيءُ اسان ڪي جاءَ نہ ڏي
تون هل تہ هلون هي شهر ڇڏي

(1) نڪائن

۱

کو تارا تاڙي رات کٽي
کو سالم سالم مرغ چٽي
کو لٽي اٽي جي اُڏڪي ۾
کو ٽوله گهٽڻ جي ڪنڪي ۾
کو رت جون گرڙيون ٿوڪاري
کو ڪتا رڇ تي (۱) ڪوڪاري
کو لڇ بچائي پاڻ لڪي
هوءَ ڪنهن جي چادر چور ڇڪي
تو مَپُ وٺي ۽ پاڻ پڙي
هل تہ هلون هي شهر ڇڏي

●

(۱) ٻچڪار ڪري

# نظم

## ناڪام محبت

چوين ٿا پنهنجي محبتن کي
گلي ۽ گلي ۾ (1) هلائي ڇڏيان
پٿر پٿر کي ٻڌائي ڇڏيان
چوين ٿا ماڳهين پلائي ڇڏيان
محبتون
جي اسان جي ۽ دل جي ۽
چتا ۾ دکندي جلي نہ سگهيون
محبتون جي۽
اسان جي ۽ اک مان ٻڍي جي مينهن سان
(2)ڌُلي نہ سگهيون
محبتون جي کُلي نہ سگهيون
نِظام زر جي اُتاهين چائنٺ
توکي تنهنجي (3)پندار جو هٺ
زماني ماڻهن سماج جا ڊپ
اسان سدائين ستم جا ماريل
سدائين هيسيل سدا سراپيل

(1) مشهور ڪري (2) ڌوپي (3) پنهنجي پاڻ ۾ پنهنجي حيثيت بابت ماڻهو جا انومان

جنين جي ڇپ تي هزار ٽالا
احساس ڪمتريءَ جي ڇرين
ذهن اسان جو وڍي آ ڇڏيو
اسان، جنين کي اڳهاڙيءَ غربت
ڏجهن ڏکن جي نياڳي ڏائڻ
ساماڻجڻ سان سٽي آ ڇڏيو
اسان نہ ڄاتو
سڄڻ! اوهان جيءَ ڪليل مرڪ جي مراد ڇا هي؟
پنهنجي هيءَ (1)اڻ اُبيڙ چاهت
گهريم تہ دل ۾ دبائي ڇڏيان
گهرج ٿي ڪهڙي؟
جا ڳالهہ جڳ کان ونئي نہ سگهجي
اها پيتين سان ڪرڻ ۾ ڇاهي؟
جيڪي ڪليون ڪڙي نہ سگهيون
انهن لئہ آهون ڀرڻ ۾ ڇاهي؟
فضول آهي!
محبتن تي سوچڻو پيو اسان کي ناهي!
سکين بندن جي وندر آ محبت
کليل دلين جو وکر آ محبت
تڏهن بہ ڪنهن پل

(1) اٿاهہ

وري ٻه دل مان
پرانهينءَ ڪنڌ تان
سهي سهي ست اٿي ٿي جيڪا
انهيءَ ٿي ڪو وس هلي نه سگهيو
ائين ٿي اڄاتي
اکين ۾ ڳوڙها لڙي پيا آهن
اڃا ٻه تنهنجي گليءَ مان لنگهندي
منهنجا پيرا ڏڏي پيا آهن
چيم! ته رستو مٽائي ڇڏيان
گهريم ته ڳوڙها لڪائي ڇڏيان
۽ پنهنجي دل کي سٽائي ڇڏيا
چوين ته پنهنجي محبتن کي
گليءَ گليءَ ۾ هُلائي ڇڏيان.



# نظم

## ڪبوترا

هي خانہ بدوشن جا بي خواب لشڪر
هي جوانيءَ ۽ جذبن جا خاموش (1)ڏمچر
جواني پريشان ۽ سونهن ششدر
وڪامن جتي جسم سڪن تي هر هر
ٻڌايو - ٻڌايو - اسان کي ٻڌايو
هي انسانيت سان ڇو هيڏي ٺٺولي؟

هتي ڪوئي جذبن جي قيمت چُڪائي
ڪو وٺندي بہ هٻڪيو، ڪو ڏيندي نٽائي
هتي ڪائي مريم ٿي عصمت وڃائي
هتي ڪائي راڌا ٿي جوڀن لٽائي
ٻڌايو - ٻڌايو - اسان کي ٻڌايو
هي انسانيت سان ڇو هيڏي ٺٺولي؟

هي عورت جا ڪنوارپ ۾ ٿي ماءُ بڻندي
هي عورت جا ڪک مان ڪُڏا پار ڇڻندي
هي عورت هَوَسَ کي جوانيءَ ۾ وڻندي
۽ پوڙهي ٿي ڪشڪول جا هٿ ۾ کڻندي
ٻڌايو - ٻڌايو - اسان کي ٻڌايو
هي انسانيت سان ڇو هيڏي ٺٺولي؟

(1) هُل ُهنگامو

انڌيرن ۾ هيڏا شبابن تي ڌاڙا
هو سيبني جا محراب لٽيا ڪنهن جاڙا
سندس حجر اسود تي پنڇا بيپاڙا
سندس حوض ڪوثر تي بوسا اگهاڙا
پڙايو - پڙايو - اسان کي پڙايو
هي انسانيت سان چو هيڏي ٺٺولي؟

هي مائن ۽ پيٽن جي يارن جا گهورا
هو قربت ۾ بي باڪ (1) نرڇا نڏورا
دلالي ڪندي پيي مجن پيا تا ٽورا
هو نوٽن جي ڪڙڪي جا عاشق چڇورا
پڙايو - پڙايو - اسان کي پڙايو
هي انسانيت سان چو هيڏي ٺٺولي؟

ڏئي سونهن جواني پرائن وبائون
ڪنوارپ لٽائي جي پالن بلائون
هي سگريٽ جي دونهين جا تحفا وتائون
اجهو چرس آفيم جون ٽيون عطائون
پڙايو - پڙايو - اسان کي پڙايو
هي انسانيت سان چو هيڏي ٺٺولي؟

(1) بي شرم، بي حيا

جوانيءَ جي اڻ جهل گناهہ جا پڙاڏا
هو پارن حرامين جون ڪيهون ۽ (1)ناڏا
سندن احتجاجن جا سڏڪا (2)اواڏا
اڙي ابن آدم! هي تنهنجا (3)مهاڏا
ٻڌايو - ٻڌايو - اسان کي ٻڌايو
هي انسانيت سان چو هيڏي نٺولي؟

هي چانڊوڪين ۾ شبابن تي الرون،
گنهگار ٿهڪن مان ڦاٽن ٿيون درڙيون
وري چرس سوٽن سان دٻجن ٿيون سڏڪيون
هي بيمار جسمن تي وحشت جون سسڪيون
ٻڌايو - ٻڌايو - اسان کي ٻڌايو
هي انسانيت سان چو هيڏي نٺولي؟

وڏيرو ڪو واهي ڪو ڪمدار آيو
ڪو شاعر ٻہ آيو ڪلاڪار آيو
واپاري ۽ سردار، زردار آيو
ڪو سفيد ڪالر سان سرڪار آيو
ٻڌايو - ٻڌايو - اسان کي ٻڌايو
هي انسانيت سان چو هيڏي نٺولي؟

(1) وڏيون رڙيون (2) لامحدود، بي انتها (3) اوگڻ، لڇڻ

حقيقت آ ساري نہ ڪا آ پرولي
هلي آدميت سان ٿي ڪليل مخولي
هي انسانيت سان پئي ٿيندي ٺٺولي
اڙي ابن مريما جي تو اک نہ کولي
ٻڌايو - ٻڌايو - اسان کي ٻڌايو
هي انسانيت سان ڇو هيڏي ٺٺولي؟



# نظم

## ٹوڙهيءَ وارن جي دم سان

هيءَ ڏرتي رت (1)اوڇارن سان اڄ ٽامي وانگر ٽرڪي ٿي
۽ پوريءَ پوري پونءِ مٿان ڪا باهه پنپير ڪا پڙڪي ٿي
ٿو ڪڪ ۾ ڪپ ڪچراٽ ڪري ڪا گولي هَڏَ سان ٽڙڪي ٿي
هي ريٽي رت جا رنگ ڏسي اڄ غير جي ڇاتي ڌڙڪي ٿي
هن لال لهوءَ سان او لالڻ! ڪي پاڳ پلارا ٻٽجي ويا
يرا! ٽوڙهيءَ وارن جي دم سان وارا ٻه نيارا ٻٽجي ويا.

هيءُ ملڪ نه جنرل جي پيءُ جو هيءَ مٽي منهنجي تنهنجي آ
ٿو ملڪ ڪپي ماڻهو نه ڪپن هيءَ ڳالهه او ٽڪا! اُهنجي* آ
هت لاش لتاڙي رهڻو ٿئي هونئن سنڌ نه ٻستي سهنجي آ
بندوق ڏسيندي آرڻ ۾ هيءَ ڌرتي آخر ڪنهنجي آ
رت ساڻ ته (2)پِڙَ وهنجارڻ لاءِ سينا ٻه ڦوهارا ٻٽجي ويا
يرا! ٽوڙهيءَ وارن جي دم سان وارا ٻه نيارا ٻٽجي ويا.

ڇٽ ڪنهنجو ناهي جيءُ جهريو هيءُ ڪارو قتل عام ڏسي
هر ماءُ رنو ٿي پار ڪيئي سِرَ بندوقن جي (3)لام ڏسي
هر پيرڻ جي دل بيروت بڻي هيءُ وڪ وڪ تي ويٽنام ڏسي
او پيير وڏا! او مير وڏا! پر تنهنجي هٿ ۾ جام ڏسي
هر سنڌيءَ جا ڏند ٽٽجي ويا ۽ ٽانڊا تارا ٻٽجي ويا
يرا! ٽوڙهيءَ وارن جي دم سان وارا ٻه نيارا ٻٽجي ويا.

(1) رت جا تيز ڦوهارا * ڏکي - مشڪل (2) ميدان، پٽ (3) ٽارگيٽ، نشان

جنهن حق کسيا هٿ ماڻهن جا سو ڌاڪو آهه لٽيرو آ
سو حج ڪري قرآن پڙهي پر قاتل سوئر پيرو آ
غازي يا مجاهد پيل سنڌي ٻي ٻٽيادو ٻي ڏيرو آ
کھڙا ٻه رڪائي نانو اڇي هو ويڪائو ته وڏيرو آ
هر سنڌي جا ڏند ٽٽجي ويا ۽ ٽانڊا تارا ٻڻجي ويا
يرا ٿوڙهيءَ وارن جي دم سان وارا به نيارا بڻجي ويا.

هي هيڏا پيا ٿا ڪيس ٿين پر توکي ڪو ويچار نه آ
هو وسيل ويڙها اجڙي ويا پر توتي چڻ ته ميار نه آ
جي هاڻ به ڪجھ نه ويچاريئي پو تو جھڙو غدا نه آ
چا توکي چئجي هڪ جيڏا غداز جھڙي ٻي گار نه آ
غدار ته سورهيه قوم جي لئه (1)اُنِ گند جا ڪارا بڻجي ويا
يرا ٿوڙهيءَ وارن جي دم سان وارا به نيارا بڻجي ويا.

هي ڏاڙيلن جا ساٿاري هو هيروئن جا واپاري
انصاف جا ٺيڪيدار ٿيا بينگال جي خون جا ڪيڏاري
هٿ حق گھرندڙ لئه گوليون ۽ چورن جي هٿ چوپاري
تون ڪيستائين پاءُ پلا! آن پر مارن جو پوچاري
گس (2)ٿريا پنهنجا غيرن ڪان ۽ چنڙا چارا بڻجي ويا
يرا ٿوڙهيءَ وارن جي دم سان وارا به نيارا بڻجي ويا.

(1) آهن (2) جدا ٿيا

اڄ سانباهو ڪر منتقل ڏي تو ساري رت ۾ شهيدن جو
هو ڪارونجهر جيءَ ڪور مٿان، آ اڀريو سج اميدن جو
هن ڌرتي تان (1)دوقاڙ ڪبو ها! پاڙو هاڻ پليدن جو
اولاد لڏائي ڇڏڻو آ بي ۽ لچيارن بي ديدن جو
هن جوءِ جا وارث جاڳي پيا ۽ ديس دلارا ٻڌجي ويا
ير! توڙهيءَ وارن جي دم سان وارا ٻه نيارا ٻڌجي ويا۔



(1) ناس، نابود ڪرڻ

## نظم

# ڀلي مسڪرايو ڀلي مسڪرايو

ڀلي مسڪرايو ڀلي مسڪرايو اهو مسڪرائڻ مهانگو ٿي پوندو
اسان جي لهوءَ ۾ ترڀون هيئن ٽٻائي، هي ميندي لڳائڻ مهانگو ٿي پوندو

او سنگين وارا! او بندوق وارا! اڄها هيءَ ڇاتي هٽي ڇڏ هٽي ڇڏ
هٽڻ کان ٻه اڳ ۾ اهو پيءِ ٻڌي ڇڏ ته آهو* تون پنهنجيءَ سريءَ تان ڪٽي ڇڏ
دراوڙ جيءَ لوئيءَ سان هي هٿ ڇراندون ۽ ماڻهن جي لاشن تي هي ڏند ٽيڙون
هي بيڙين ڪڙين ۾ ڪي ڪڙمنڊڙ جوانيون ۽ ساٿن پنڙن تي ڦٽڪن جون ڇيڙون
هيءُ جهنگل جو قانون ٻربادين جام ڪٽي نت نوان آه آهي فسانا
هي ماڻهوءَ جي حرمت تي وحشت جا حملا هي ڪوڙا هي ڪورٽ اهي تازيانا
وهايو ڀلي رت، جو ماڻهوءَ جي رت سان، ڀڪنڪ ملهائڻ مهانگو ٿي پوندو
ڀلي مسڪرايو ڀلي مسڪرايو اهو مسڪرائڻ مهانگو ٿي پوندو

تون جن جي پگهر مان پنوڙي مان (1) رچ ٿئين سجاتئي نه تن کي ٽڪون ٿئي زمانا
تون جن جي ڇپن جي ڇهاءَ سان ڪليءَ مان ڦٽي قول ٿيو آن اڄ ٻي نشانا
تون موهن دڙي جي گوالي جي وينا سان نيري گگن تي ملهاريءَ جو بادل
اڄ وقت پاري نگر جي ڪنواريءَ ڪنهن پدمڻيءَ جي آن پيرن جي پايل
تون سر تي ڪو روجهن اجارن جو (2) آگمٽ، تون (3) پدمات جي ڪنهن پدم جو ذرو آن
اسان توکي ڻاهيو اسان توکي جوڙيو زمانا! اسان لئه سدائين ٻرو آن
ائين ڦد ڪڇائي پڇي تون نه سگهندين، اسان سان اچائڻ مهانگو ٿي پوندو
ڀلي مسڪرايو ڀلي مسڪرايو اهو مسڪرائڻ مهانگو ٿي پوندو

* آسرو (1) ٿانو برتن (2) ڳاهٽ (3) روحل واءَ جي پرسان قتل شهر جو نالو

هي بدبخت ماڻهن جيون برباد شامون ڪنهن ڏونهين جي ٻادل جيان اڀ تي ترنديون
۽ نيٽن جي رڻ پٽ ۾ پيا ڦوڪ ڦٽندا، ترن جون هي ڳاڳيون اڃاريون نہ مرنديون
هي قيدن ٻندن جون ڪڙيون سوڪ ڙاتيون، ۽ چنڊ جيءَ چٽائيءَ کان محروم ڪوليون
هي پيڙين جي چِن چِن انڌارن جا نوحا وري خون ڳاڙهي سان جهلندڙ هي جهوليون
ڪنهن باغيءَ جيءَ پينر جيءَ چوليءَ جا چيرا، نہ ٽاڻن تي ٽٽندا نہ چوڻڪن تي اُڌندا
اسان جي سرزمين تي الاربل هي خنجر، هٿن ۾ ٿي سگهندا نہ ڪي رت ۾ ٻڏندا
جي ٻڏندا تہ خنجر جيمنهن تان اهي ڇڏي مِٽائڻ مهانگو ٿي پوندو
پلي مسڪرايو پلي مسڪرايو اهو مسڪرائڻ مهانگو ٿي پوندو

●

## نظم

# او شوخ هوا او شوخ هوا

هي وستيون ڳوٺ اجاڙ ڏسي ۽ لاشن جا بت ماڙ ڏسي
منهنجو ته جگر ئي ڦٽجي ويو منهنجو ته ڪليجو ڪٽجي ويو
هر روز نئن ٽڪن تي گوليون، هر روز لهوءَ سان هي هوليون
رت منجهه رضا اچ ڳاڙهو آ، پيءُ جي به ڪپار ۾ ڪاڙهو آ
اچ ماءُ رضا جي تڙپي پئي، هُو ڀاءَ جي پيٽ به سُڏڪي پئي
ڪيڏو نه قهر ڪيو مون تي ڦضا، او شوخ هوا او شوخ هوا
مخدوم بلاول ڪي چئجان، ٿلٽيءَ جا ڏٽي ڪا واهر ڪر.

هت بربادي آ نگريءَ ۾، جڻ هانءُ جلي ٿو سگريءَ ۾
ويو خون سفيد تني يارن جو، هن ديس سندن غدارن جو
تن ميرن چام نوابن جو، پرڳڙين جو اربابن جو
بي شرم جيئڻ ٿا مَرَڪُ ڪري، مرن نه ڍڪڻ ۾ ڍڪ پري
هي پنجابين جا بوٽ چٽڻ، او شوخ هوا او شوخ هوا
مخدوم بلاول ڪي چئجان ٿلٽيءَ جا ڏٽي ڪا واهر ڪر.

هن دديس جي هارين نارين سان، هي ساڳيا هن انڌير اجان
روٽيءَ جي گهرڻ تي گار ملي، ۽ لوٺيءَ جي بدران مار ملي
اچ هن جي ڏيءَ ڪٽائي ويو، هو لوفر پٽ وڏيري جو
اچ ڏاند به هن جا ڇوڙيا ويا، ڏندا به پوليس جا ٽوڙيا ويا

ٿي رت ۾ لت پت فرش مٿان، ۽ لوهي شيخن جي پنيان
ٿس ڦٿڪي ساهه ويا، او شوخ هوا او شوخ هوا
مخدوم بلاول کي چئجان ٿلٽيءَ جا ڏٽي ڪا واهر ڪر.

هت ڪالهه به منهنجن پيارن جون، ويچارن جون ٻڪارن جون
چيرن سان ڇاتيون ڇاٽيون ويون، سينن تي بندوقون تاڻيون ويون
پنڪن جي وڙين ڪي ڦاڙيو ويو، پوتين جي پلن ڪي ساڙيو ويو
مينار ڪڙا ٿيا لاشن جا، ۽ تاج جهليا بدمعاشن جا
هن ٻيونءَ ٿي ڪڙڪي ڇا ته وبا، او شوخ هوا او شوخ هوا
مخدوم بلاول کي چئجان ٿلٽيءَ جا ڏٽي ڪا واهر ڪر.

مون تنهنجو شهپر موڙ ڏٺو، هن (1)جوءِ سان تنهنجو جوڙ ڏٺو
مون توکي ڏسندي پرکيو هو، تون پٽڪيل روح بلاول جو
هت (2)باڻ جي ڪپري آيو هئين، بي ڏوهه نڏٽڪو گهايو وئين
او آزادين جا متوالا، او چانڊوڪين جا رکوالا
اڄ عظمت جي محرابن ۾، مون سيس جهڪايو سجدن ۾
او منهنجا ڀاءُ او منهنجا رضا، او شوخ هوا او شوخ هوا
مخدوم بلاول کي چئجان ٿلٽيءَ جا ڏٽي ڪا واهر ڪر.



(1) ڏيهه ديس (2) مڪڙو واهه جنهن جي ڪناري تي مرحوم رضا محمد بنگلاڻي جو ڳوٺ آهي.

# نظم

## وقت مَٺَجي ويو

کھڙي زندان اکڙڻ جي ڏڏڪار آ
کھڙي زنجير اکلڻ جي جھٽڪار آ
کھڙي منصور جي نيڻ للڪار آ
او غريبؤ! قھر رات جا کسندڙؤ!
منھنجيءَ ڌرتيءَ جي ڪنبڪڙڇ ۾ وسندڙؤ!
ٿورا پردا ھٽائي ڏسو ڏسندڙؤ!
وقت مَٺجي پيو، وقت مَٺجي پيو

ڪوبہ ھاڻي نہ مرندو ھتي ٻي بلو
ڪونہ ڪٺبو ڪو مارو نڌڪو (1) نِلو
پوڻ دشمن جو پِي پيو لڳي (2) پِل پِلو
ڪوبہ محروم ھاڻي نہ ڪٺڪو ڪري
ڪوبہ مظلوم ڏسجو نہ سڏڪا ڀري
ھت پورھيت جو پورھيت کان ناھي پري
وقت مَٺجي پيو، وقت مَٺجي پيو

(1) سکٹوء مفت ۾ (2) پيلو منھنء قلھو منھن

باهہ پوئنچال جيئن آهي پڙڪي اٿي
سنڌ ساري آ تڙپي ۽ ڪڙڪي اٿي
غير جي هانءَ ۾ آهي ڌڙڪي اٿي
ڪا بہ مونهين نہ پورهيت جو چوسي پگهر
هاڻي هاريءَ جي منهن جو نہ ڦُربو ٽڪر
هاڻي ڪوئي نہ روئندو نہ پوندا نِيرَ
وقت مَنجهي پيوءِ وقت مَنجهي پيو

هر ڪو هٿ هٿ ۾ ريتا قربرا ڪٽي
نعرءِ سنڌ جي لات دل ڪي وٺي
هاڻ تقدير جيڪا بہ بڻجي بڻي
سورمن ساهہ پنهنجو سهائي ڇڏيو
داءِ تي ڳات ڪي تن لڳائي ڇڏيو
راهہ ڪي رت سان رنگين بڻائي ڇڏيو
وقت مَنجهي پيوءِ وقت مَنجهي پيو

هاڻ سينڻين جي ڏينهن جي وٺبي خبر
آ وڏيرن جي بنگلن ۾ برپا حشر
ديسي دلال جي پوٽ تي آ پگهر
اي اسيرؤ! اوهان بند ڏينهن جي ڪٽيا
اي شهيدؤ! اوهان رت ڦڙا جي ڇَٽيا
تن جي صدقي ئي تاريخ رنگ هي مَٽيا
وقت مَنجهي پيوءِ وقت مَنجهي پيو

اي منهنجي خوابن جي ديوي حسين
ڇا اڃان پيي نہ توکي اچي ٿو يقين
ڪر موڙي اِتي آهي پنهنجي زمين
آ شهيدن جي رت ساڻ ڄرڪي پئي
پنهنجي جيري جي ٽڪرن جي پيٿا ڏئي
رات ڪاريءَ جي ٿو مون پڇاڻي ڪئي
وقت مَنجهي پيوءِ وقت مَنجهي پيو

رات ڪاريءِ انڌاري ۾ پرشور هئي
راهہ وک وک اٽانگي ۾ منهن زور هئي
ڇوڏسائن ۾ ڪيڏي نہ گنگهور هئي
تنهنجي ڳاڙهن ڳلن جي حيا جو قسم
تنهنجي ڪارين ڇڳن جي * ردا جو قسم
تنهنجي هرهڪ وفا ۽ ادا جو قسم.
وقت مَنجهي پيوءِ وقت مَنجهي پيو

●

* چادر

# نظم

## هاءِ هنيلا

ڪٽ ڪٽ (1)ڪونيٽ (2) توتيا چاٽيام ڪٽ ڪٽ لامن لڏڪن پلڙا
ڏس تہ (3)ڳجگيري ڳاڙهي ٿي آءِ (4)ڳاڳيءَ جا ٽيا ڳاڙها ڳلڙا
(5)گولاڙو پيي (6)چار سان ٻڪجيءِ پن پن پيٽا ڏي تو چلڙا
ٽر ٽر ٽرڪن توهر ڏؤنريون هير ٽنڍيءَ جو ٿي هٻڪارو
هاءِ هنيلا هوڏي پريتم منڊ ملهاري تون ريسارو

توجي ڳاڙها جوڙا پاتا ننگر شهر ۾ نير مهانگو
سيندڻ سڪو سيندور او ساوڻت چوٽيءَ جو ٽيو ٿل اڦانگو
هاءِ اجارا سپنا منهنجا هاءِ ”پيا“ جو پنڌ اڙانگو
ڏوڙ اڏي گجرن تني پيٽي (7) ڏوڙالو جوپن جنيارو
هاءِ هنيلا هوڏي پريتم منڊ ملهاري تون ريسارو

تون چئو چانڊوڪين ۾ چوڙا مون کي چڪ نہ هٽندا هوندا؟
(8)ڪاپي ڪاڏا ڪنهبا منهنجا ٽڏڙا ساهہ نہ ڪٽندا هوندا؟
پن چڻ واري پيلي پن جان لڙڪ نہ منهنجا چٽندا هوندا؟
پر مون پنهنجا چپ سبيا هن ڪونہ پريان ٿي سرد شوڪارو
هاءِ هنيلا هوڏي پريتم منڊ ملهاري تون ريسارو

(1، 3، 4، 6) ٿر جي وڻن جا نالا (2) گونچ (5) ول جو نالو جنهن ۾ گولون لڳن ٿيون (7) ڏوڙ ماٿو (8) ڪپت ۾ ڳٽني

کوڙ ڪٽڻ ٿي ڪرڙيون هٽنديءِ ماڻهو پنهنجي موت مري ويا
ڪن ڪي چوهي چولين پوڙيوءِ (1)پوهن جيئن ڪي ٻاھ ٻري ويا
چڻ تہ هيا سرهاڻ جا جهوٽاءِ چڻ تہ وچٽ جا ٺاٺ ٺري ويا
ڪارونجهر جا ڪڪرا ريٽي رت سين ڪوئي راڄ دلارو
هاءِ هٿيلا هوڏي پريتم منڊ ملهاري تون ريسارو

مون ٿي مرڪان شيخڻ ٻڌجيءِ توڪي لاڏا ڳايا ميمڻ
مون ٿي پرمل ديوي ٻڌجيءِ تنهنجا وير چڪايا ميمڻ
مون ٿي ٻاگهل ٻائي ٻڌجيءِ خلجي ڪوڙ ڪپايا ميمڻ
توکي ڏونگر ڏس اُماڻيءِ مون تہ ڪيو آھ نينهن نيارو
هاءِ هٿيلا هوڏي پريتم منڊ ملهاري تون ريسارو

چوٽيءَ ٻڪ ٻهار جا پانڌءِ چاٽي پانڌ چار (2)چٽن ۾
سي تہ وڃين ها پريتم پائيءِ رهجي ويا جي هار هٿن ۾
تو تہ چيو هو توکي نينڊسءِ ڏوليءَ چاڙهي (3) روجھ رٿن ۾
تون تہ وڃين ٿو مون نہ سڏين ٿوءِ هئہ هرجائي تون بہ اڏارو
هاءِ هٿيلا هوڏي پريتم منڊ ملهاري تون ريسارو

تنهنجي دم سين رڻمل راڻا ڪرڙيءَ منجھ ڪٿوريون لٽجن
ماءُ مياٽي سدا سهاڳڻ ٿلٽيءَ ۾ ٿانڊوٽا ٿمڪن
تنهنجي دم سين (4)پورا ٻلاول! حق موجود جا هوڪا ٻڌجن
توسين جهوڪ عنايت واريءِ توسين ديبل ڏاهر وارو
هاءِ هٿيلا هوڏي پريتم منڊ ملهاري تون ريسارو

●

(1) ٿر جو هڪ ٻوٽو (2) ڪليل ڏگها وار (3) روجھ جو ٺيل گاڏي (4) پوري رنگ وارا

# نظم

## منهنجي ٿر جو حال جي پڇندين

منهنجي ٿي جو حال جي پڇندينءِ روئي پوندو
ٻرندڙ ٻر جو حال جي پڇندينءِ روئي پوندو

(1)اڪ اجاراءِ (2)ٻوهه اجاراءِ (3)مرگهه اجارا نيڻ
ڳوڙهن ڳوڙهه اسان جيون ڳالهيون سڻ اوسارا* نيڻ
هونئن ته لڙڪ لڪئي ڄا ليڪا پر متوارا* نيڻ
ڇپر ڇمر جو حال جي پڇندينءِ روئي پوندو

ڪرڪي ڪونج ته چڻ ته (4)ڪريچي ۾ ڪو ڪان ڪتو
تاڙي جيئن تنواريو چرڪيو ڪوئي سُور سُتو
ڪٺيءَ ڪنڌ ۾ پلٽي پيو آ دل جو درد (5)ڏتو
هاڻ زهر جو حال جي پڇندينءِ روئي پوندو

رڻ ۾ روهيڙي جيئن ڪوئي رت هاري ويراڳي
توکي ٽنهن جي ڪل ئي ڪهڙيءِ او وينگس! وڏ ڀاڳي
نڪتڻ نڪت ڪي مون آ نهاريوءِ (6) جوڳيسر جيئن جاڳي
*پوئين پهر جو حال جي پڇندينءِ روئي پوندو

* پار ڪيڻ - روئڻ جا آواز * شراب پيئڻ - مدهوش
(1ءِ 2) ٿر جا ٻوٽا (3) هرڻ (4) ڪليجي ۾ (5) بي خبرءِ مدهوش (6) جوڳي

هونئن تہ ڏک ڏکار ٻہ آهيءِ پوءِ ٻہ (1)پسيءَ جا ٻيڙا
توکي کرڙ ککوريا آچين هيل تہ آءُ (2)پهيڙا
گج جا ٽونئر گسن ۾ پٽريان، پٽريان جنريءَ (3)ريڙا
صبر سنتر جو حال جي پچنديں، روئي پوندو

(4)سانيکي تي هيل (5)سنجيندي منهنجيون اکڙيون پربيون
(6)آواڙي جي اوٽ ۾ ويهيءِ تُوسان ڳالهيون (7)ڳرهبيون
ويساکيءَ جيءَ واريءَ پرجيءِ منهنجيون ديدون ڏربيون
سوچ سڄر جو حال جي پچنديں، روئي پوندو

ڏهريءَ ۾ (8) ٽانکار نہ ٺهکيءِ کوبيٽ (9)لاسون کاريون
توکي اکنڊي پورا بادل! چاٽ تہ رنيون جاريون
(10)گهانگهيٽيءَ ۾ گل نہ اچائينءِ (11)موراڙيون ماناريون
ڏک ڏکر جو حال جي پچنديں، روئي پوندو

(12)مهريءَ تي (13)مولهٽي سان سوچي هکڙو (4)ڏجهنڊڙ ڏوٽي
کونج ڳچي جي هنسلي وکٽي گهر جي ٻاريم جوتي
پنڙي کي پيزار نہ پيرينءِ ڏيءَ وٽ ناهي پوٽي
سانگ سمر جو حال جي پچنديں ۽ روئي پوندو

(1) پسيءَ جا گل (2) مسافر (3) ليڙون (4) سٺ پرهن وارو کوهہ (5) پاٽي پريندي (6) پاٽي پرڻ جو حوض (7) اوربيون (8، 9، 10، 11) ٿر جا ٻوٽا آهن (12) پلوٽ (13) وڏي پڳ سان، پٽکي سان (14) ڏک ۾ کڙهندڙ.

تون پاڻياري کھڙي تڙ جيء هيڏو پياسو آئون
(1)ڪاٺر ڪارو ڏيھ واٽھڙو! (2) هوند ڪريان هٿ چانئون
پاپيھا بہ ٻريو سارڻ تيء ڪن پيا مينھن پچائون
پاڪ پلر جو حال جي پچنديں روئي پوندو

رحمت ريلا روحل (3)ستگرء پلٽيو پاڻي پوئين
(4)ڪپچ (5)ڪِراڙن ڪنڌ پچي پياء راڄ (6)مھاڄڻ روئين
(7)ڏنڌٽيا ڏيھ ڏڪاريا مارو مُرڪيو مينڊا ڏوئين
آهہ اٿر جو حال جي پچنديں روئي پوندو

لوئيءَ جا لڄپال محمد صہ مدني صہ (8)ماڙ منجيندينء
چلرن جيئن چڳيرا (9)چٽ ورء منھنجا مرض ڪٽيندينء
(10)سام پئي ڪي سيد سھٽا صہء پنھنجو ساٿ سڏيندينء
هُل حشر جو حال جي پچنديںء روئي پوندو.

(1) تڙ جو هڪ طبعي پاڳو (2) چاڪري ڪرڻ (3) سچو مرشد (4) بد عادت
(5) واٺين جي هڪ ذات (6) وياڄ خور (7) ڏنڊڻ پئجي ويا (8) مدد
(9) تاجدار (10) پناه هيٺ آيل

# نظم

## ڪجھ قدر

ڪجھ قدر هن ساڻ منهنجيءَ اجنبيت پيي گهٽي آ.
ڪجھ قدر هن ساڻ دل جا سلسلا ڳنڍيجي پيا هن.
ڪجھ قدر بس سرد مهريءَ هن جي پيي ڪافور ٿي آ
ڪجھ قدر بس عشقبازيءَ جا مرحلا طئي ٿيا هن
ڪجھ قدر هن جي بہ مرڪن کي نوان مفهوم مليا
ڪجھ قدر هن جي حجابن تي بهار آئي تہ آهي
ڪجھ قدر اندلت جون ريڪائون سندس چهري تي اڀريون
ڪجھ قدر نئين نينهن جي چغلي ٿي هن جي لوڏ ڪائي
ڪجھ قدر هوءَ منهنجي جذبن جي زبان سمجهڻ لڳي آ
ڪجھ قدر احساس هن جا منهنجي آڏا پيي ڪليا آهن
ڪجھ قدر م نهنجي خيالن ۾ سندس آ موهہ وڌيو
ڪجھ قدر هن جي اکين ۾ پيار منهنجي لئہ ڇليا هن
ڪجھ قدر هن جي ڳلن تي سرخيون ڊوڙڻ لڳيون هن
ڪجھ قدر هن جي چڳن ۾ پيچ پيي پئجي ويا هن
ڪجھ قدر هن جي ترن جي طلسمن ۾ دل اڙي آ
ڪجھ قدر دماغ چڪرائڻ لاءِ ڳل ۾ (1) چگھہ پيا هن

(1) ڳل تي پيل گهنج

ڪجھ قدر ھوءَ پنھنجيءَ جوانيءَ کان بہ شرمائڻ لڳي آ
ڪجھ قدر آئيني آڏو پيي بيھڻ کان ٿي لنوائي
ڪجھ قدر ھوءَ پنھنجي پاڇي کان بہ ڇرڪندي رھي ٿي
ڪجھ قدر ساھہ جو سرگم پيي ٿي سيني کان لڪائي
ڪجھ قدر ھن کي بہ ھاڻي گيت با معنيٰ لڳن ٿا
ڪجھ قدر ھوءَ شاعريءَ جي اھميت سمجھي وئي آ
ڪجھ قدر ھوءَ ھجر جا ميلاپ جا قصا پڙھي ٿي
ڪجھ قدر دردن ڀڄي خوشين جي بہ ھن کي سڌ پئي آ



# نظم

## انقلاب زنده آباد

عظمتن جي مَنزلن جون ڪرنشون نٿيون وڻن
خوشامدون نٿيون وڻن ۽ شابسون نٿيون وڻن
وڻي ٿو ماءُ سنڌ جو آب تاب زنده آباد
انقلاب زنده آباد، انقلاب زنده آباد

اسان جيءَ قافلي جي ڏوڙ جن جي منهن ۾ آ پئي
هيءَ (1)سنبت آ سنڌ جيء تنين ڏنو بہ آ چئي
نئون عزم نئون قدم، نئون شتاب زنده آباد
انقلاب زنده آباد، انقلاب زنده آباد

بي ضمير جي بلي پلا نظام چو رهي
۽ هيسيل ۽ پيڙيل سنڌي عوام چو رهي
پنهنجو آهي احتجاج بي حساب زنده آباد
انقلاب زنده آباد، انقلاب زنده آباد

وقت شرط پچاءِ ڪٿي سنڌو ديس رهڻو آ
سامراج جو نظام هڪڙي ڏينهن ڍهڻو آ
حق آهي سچ آهي منهنجو خواب زنده آباد
انقلاب زنده آباد، انقلاب زنده آباد

●

(1) تياري

## نظم

# ڪارونجهر جيءَ ڪاريءَ چوٽيءَ

ڪارونجهر جيءَ ڪاريءَ چوٽيءَ
روپو ڪولهي اڄ ٻہ رهي ٿو
توکي ڪا (1) ڳم ڪونهي گورا!
تنهنجو سورج چاڻ لهي ٿو
تنهنجون تاريخون ڇڏ ڦاڙي
ساڙي ڇڏ
جيئن (2) لوس نہ پکڙي
مايا لوڀ جي (3) ڇُوس نہ پکڙي
تاريخون....
بر غلط لکين ٿيون
تهذيبون...
بي روح اڏين ٿو
پوءِ بہ سڏين ٿو
پنهنجو پاڻ کي دنيا جو استاد او گورا!
تنهنجو روح مري ويو پورا!
روپو ڪولهي اڄ بہ جيئي پيو
هو ڏس وڄ چمڪاٽ ٿئي پيو

(1) خبر سڌ (2) وبا (3) هَوَسَ

روپي جيءَ تلوار جي پورا
ننگز سارو ساک ڏئي پيو
پٽوءِ بہ لکن تنهنجون تاريخون
روپو ڪولهي مري ويو آ
جاسوسي ناول هن تنهنجون تاريخون
هي تاريخون ڦاڙي ڇڏ



## نظم

# شاعر جو محبوبا ڏي خط

شاعر جو محباب ڏي خط
گلابي ڳهر مان ڳهريل نگاهون ڪٽي
مون کي اکين ئي اکين ۾ انعام نہ ڏي
لوڪ تنهنجيءَ چپر چپنپ مان معنيٰ ئي ٻي ڪا وٺي
ڏچ زمانو توکي نوان الزام نہ ڏي
تون جا اس چانو ڪان ٻي سڻ ٻي ڪل
الهڙ ابوجهہ ٻي سمجهہ پار چڻ ٿي لڳين
مينهن ڪان اڳ ايندڙ آنڌيون لوڙهني نہ وڃن
تون تہ ڪچڙيءَ ڪنهن ٿالهيءَ جو تار چڻ ٿي لڳين
تنهنجا ڳاڙها ڳل ڏسڻ ۾ ائين ٿا اچن
چڻ تہ روهيڙي جي وڻ جون گلن سان جهنجهيل
ٽاريون
انهن ڳاڙهن ڳلن تي حيا جي شفق چمڪ
چڻ تہ ٿر جي واريءَ تي گاهن جون گلزاريون
هي جوڀن، هي مرڪون، هي سنيها سڀ ڪجهہ
چنچل چري چلولي چري چا چا نہ اتئي
هلڻ هلڪڻ ناز انداز اڪٿ

ڇا توکي چوان او ڇيڪري ڇا ڇا نہ اٿئي
مون جهڙي سڪٽي سچي نلهي شاعر وٽ
تنهنجيءَ سونهن کي ساندڻ جو سليقو ئي ڪٿ آ
تون تہ موتي آن، جوهرين کي خبر تنهنجي
توکي پرکڻ جو مون وٽ طريقو ئي ڪٿ آ
سو او ڇوڪري ڇري نہ ٿيءُ
منهنجي اکرن جي ڳڻ (1) ڳوت تي ويساهہ نہ ڪر
مان شاعر انقلاب هجان تہ هجان
تون ڪنهن دوکي جي تخلص جي ذرا پرواہ نہ ڪر



(1) ويچارڻ

# نظم

## ڪمال راهموُن جي شهادت تي

اسان جنيءَ نگريءَ سنڌين ڇتين تي لٽيل صبح جا اداس پاڇا
گلن جي موسم ڪليون نہ آنديون بهار آندا پٽن جا لاشا
جڏهن بہ رنگت چڙهي گلن تي، ڳهلي ڌنڌيري هوا ڏکڻ جي
ٻچن ٻچا سڏڪا اُتيا منڊل ۾ ملي بشارت گهرن جلڻ جي
اڏائي جهوپا ويون ڪي آنڌيون، تنين جو ڪڪ پيي مليو نہ ڪک سان
پٽين پنوهاريون پلاند واريو، ملين ڇهرا گهرن جي رک سان
انهن جي لڙڪن سنڌو کو ٿورو ڏيان عالي جناب ٿيندو
ڪمال جو رت چوي ٿو قاتل! ڦڙي ڦڙي جو حساب ٿيندو

اهي ئي تنهنجون پٽيءَ پساورن، لڳي ٿو جڻ ڪجهہ ٿيو ئي ناهي،
ڪتڪ ڪٺا ٿئي نڏڪن جام منهن ۾ ڪو گهنج پيو ئي ناهي
اوهان جي آڏو لهوءَ جي قيمت، بہ ٿي پٽل جا خسيس ٻلا
ڪنهن جي اميدن پيرٿي چمن ڪي هٿن سان تيلي ڏيڻ ۾ چا آ
ڏسو نہ ٿا جو ڪنين جي اک جا ڪنول تڪيندا تنين جون راهون
جنين ڪي ڇڇريو ويو تنين ڪي سڏيندڀيون ڪنهن جي ڇپن جون آهون
اهو نہ ٿورو ويچار ظالم! ڪڏهن ڪليءَ مان گلاب ٿيندو
ڪمال جو رت چوي ٿو قاتل! ڦڙي ڦڙي جو حساب ٿيندو

سچن جي سرڪش اڏول ڇاتيءِ جهڪي نہ سگهندي جُهري سگهي ٿي
صداقتن جي سچن جي تاندي اوهان جي اک ۾ هُري سگهي ٿي
چپن جي منهن ۾ ٿڏي چاندوڪيءِ پري ٿي مرڇون پلي تہ پرجن
سهائين جو هتان ٿي سرگس مٿيندو چندا پلي مچرجن
اوهان بہ پنهنجون تلون ويڙهاڻيءِ ڏسون اوهان جا حويليون ٽاٽا
اوهان جا قتڪا اوهان جا پٽراءِ پيا ڪي آٽا پيا ڪني ماٽا
اسان جي موڪل اتو تہ ڪريوءِ سپاٽي جيڪي اوهان ڪان سهجي
ائين ٿي نہ ٿٽي جو سپاٽيءِ تنهنجو اگهاڙو لاش گلين ۾ رهجي
ڳجهن جي اڳيان ڪتن جي اڳيان خوار ڏاڍو خراب ٿيندو
ڪمال جو رت چوي ٿو قاتل! قڙي قڙي جو حساب ٿيندو.



# نظم

## حسين رات

هن حسين رات ۾ حسين ڪائنات ۾
پڇي پري پيو آ من، ٽڪي ٽٽي پيو بدن
۽ چانڊنيءَ جي چاڳ ۾ ۽ بنسريءَ جي راڳ ۾
ڪوبہ چس چاءُ ناهہ ڪوبہ لاءِ ساءُ ناهہ
جڻ تہ جوت ٿي جلي، جڻ ڪو ماس پيو (1) ولي
رڳن ۾ جڻ اماڙيون، هيئانءَ تي جڻ تہ ڪاتيون
نراڙ ٿو نڪاو ڏئي، اکين ۾ راک ٿي پئي
وڏن وڏن ماڻهن ۽ سالڪن اڪابرن
جو ڪيترو نہ سوچيو! ۽ ڪيترو نہ لوچيو!
چمار پر جيءَ سوچ مان، هيڏي لوچ پوچ مان
پلا بہ ڇا پلئہ پيو، ٿيو ڪٿي تہ ڇا ٿيو؟
شعر (2) سوجهجن تہ ڇاهہ راڳ موڪجن * تہ ڇا
گلاب پوکجن تہ ڇاهہ عطر اوتجن تہ ڇا؟
ادب ڪٿي ادب ڏجي، وعظ پُر غضب ڏجي
ڏجن بہ ڏس نجات جاهہ ڏجن بہ گس نجات جا
هي بکون هي ڏوجهراهہ هي وڏ ڏٽين جا موچڙا

(1) ڪوٽي ڪپڻ * سهٽي نوٽي ادا ڪجن(2)·ويچارجن

ڳيپي ڳيپيءَ لئہ ڪر نشون، ڪٽي ڪٽي لئہ بند گيون
هي ٻڪن جو ٻڪ جواٽيون، هي سونهن جون نشانيون
هتن تي تين وال ٿ ين ۽ ٻارڙا سوال ڪن
ڏکن هٿن ۾ ڪستيون، روئي ڏين جي پنبٽيون
ڪنهن جي ماءُ وڪي وئي، ڪنهن جي پيءُ واڪ پئي
روزگار ڪان سواءِ، ٻي وسا ۽ ٻي اُپاءِ
ڪچن ۾ ڊگريون ڏري، اکين ۾ ڏوڙ لٿ پري
ڊگهيءَ ڊگهيءَ قطار ۾، ڳيپي جي انتظار ۾
نوجوان پيا رلن ۽ سيءَ ۾ پيا ڪنبن
ننڍڙا ٻچا ڏٺار جام ۽ واءُ اتر جي پار جا
رليءَ بنا سوڙ بنا، تڏيرو اپ مٿان مٿان
ڳچيون ٽنگن ۾ ڏٺي، ٺڙڪندي ڪا رات (1) ڳئي
ڪُندي پٺي جا هي ڏٺي، امن جا پاسبان ٿي
لٽون هٽن عوام ڪي ڪٽن ٿا اٿ پنڻ ٿي
ڳچين ۾ پٽڪا وجهيو، چڪن ۾ سي جتيون ڏيو
نڙيءَ ۾ خون تو ڳري، جيءُ جلي تو من سڙي
هن حسين رات ۾، حسين ڪائنات ۾



(1) وئي

# نظم

## احمد ملاحؔ جي ياد ۾

سرمدؔ گيتيءِ منصور جو هم نشان، جنهن جي نالي کان ڏڪندڙ (1)منات ۽ (2)عزيٰ
هن سان لشڪر خزاني سان راڪش لڙيا، هن چيو "مون لئه ڪافي آ منهنجو خدا"
هن زماني جي ڪوتي روايت پڳي، هن چيو "ماڻهو ماڻهو آ يزدان نه آ"
هڪ خدا جي اڳيان سر جهڪي سو جهڪي، ٻيو پرستش جي لائق ڪيو انسان نه آ
هن جي ڏينهن ۾ سفيد پڳڙيون ٻڌل، اهل تسبيح به هئا، اهل تقويٰ به هئا
بت پرستيءَ سان اُتڪڻ جي جرئت نه هئي، اهل مُنصب به هئا رڻ جا جوڌا به هئا
هڪڙو مرد قلندر صفا ناتوان، جنهن جي دستار قاتل ۽ ليرون به هئي
جنهن جي ڪپڙن تي چتيون ۽ پيوند هئا، جان طعنن جي تيرن سان سيرون به هئي
هن جي للڪار سان لرزيا ٻُتڪدا، چنڊ و خانن جي چاڙنت به ڏڏڪڻ لڳي
ڪن ته سجاده پوشن جا پڙڪا (3)ڏُريا، دل فقيرن جي پيرن جي ڌڙڪڻ لڳي
اي مسند نشينؤ! گهٽو ٿي ٿيو، هاڻ درگاهون تڪيا به خالي ڪريو
تو ملائڪ جو مسجود انسان اڇي، ان جي پيجي ۾ گانجا نه آفيون * پريو
هڪڙو يثرب جي مٽي ڪي چمندڙ ملنگ تخت تختا اکيڙي ويو طاغوت جا
قُمِ باذني چيائين زمانو اٿيو، جلوا هاٿي ڪٽي ساڳيا جبروت جا
پوءِ ڪارين رڍن جو ڪٽڪ چا وريو، پنهنجن وارن وتاڻن تي (4)دوڙا لڳا
سنڌ جي سورهين ساڻ جيلون ڀريون، پنهنجن پنين تي قنڪا ۽ ڪوڙا لڳا
لاڙ! تنهنجي لٺيل سيندن لٺبي رهي هو جليؤ اڄ نٿو، اڄ ڪلاچي به وئي،

(1۽ 2) بتن جا نالا (3) بي ترتيب ٿيا (4) ڌاڙا * افيون - آفيم

اڄ تماچيءَ جي تڙ تان مهاڻا تڙيا، اڄ آميءَ ۽ ڦاپي جي ميت اُتي
پوءِ لکيءَ جي چشمن ۾ لاوو پريو، هڪڙي چيٽي جي چنگهاڙ چوڦير ٿي
شينهن پوڙهي جون سن ۾ اکيون جيئن کليون هاڻ جهنگن ۽ گوٺن ۾ ڪانئين (1) جهير ٿي
مقتلن جي پٿرن تي پڙهين ٿو تہ پڙهہ پي شهيدن جي رت جي ڪهاڻي نہ آ،
هڪ بلاول هو جيڪو ڪنجي ويو، هڪڙو سيد آ جنهن جي پڇاڻي نہ آ
اي زمانا! اسان جو قبيلو ڪنو، خون ناحق جي ڪنهن سان شڪايت نہ آ
تنهنجيءَ اوچيءَ روش جي نہ پرواهہ اٿئون، خون عاشق ۾ ليڪن حرارت نہ آ
پاڻ چاهيون ٿا پنهنجي پرائي پاڳ ۾ پنهنجي حاجت پنهنجي حڪمراني مجي،
ڪنهن بہ فرعون جي چالاڪ پوڇا ڪريون، هڪ خدا جي نرڙ تي نشاني مجي،
لاڙ جي لال جي ڳالهہ ڪهڙي ڪجي، سنڌ! تنهنجو نصيبو سٺائو نہ ٿيو،
ديرن جي نانءُ تي توکي ڏوتن ڦريو، ڏيئي قرآن ضامن ڪندن تہ (2) لُوٽو ڪيو،
ديس! تنهنجي ڪٿورين جي مهڪار ۾ خوش ڪٿيرا، وسن جوڳي رمتا پلاءِ
سِرَ پٿرن سان هٽيو پيا صدائون ڏيون، هاڻ جاڳو مٺا هاڻ جاڳو مٺا.



(1) هر ڪر هلچل (2) لٽيو

# نظم

پيرَ ڪوڙي بيهوءِ سر سان ڪفنيون ٻڌوءِ
چئي جيئي سنڌ، چئي پوءِ اڳتي وڌوءِ
پنهنجي نعرن سان زهزن جو جيرو (١)رڌوءِ
تيو عدوءَ جو تڏڻ سان ڪليجو تڏوءِ
نعرا هڻندا هلوءِ پيرَ ڪٽندا هلوءِ

جو اسان سان هليءِ سينو تاڻي هليءِ
سامهون دار آءِ سو بہ چاڙهي هليءِ
پنهنجي ڇاتيءَ ڪي ڇيرن سان ڇاڻي هليءِ
ها! هلي پل هلي هن ٿي تاڻي هليءِ
نعرا هڻندا هلوءِ پيرَ ڪٽندا هلوءِ

رتَ ڇيين جي تہ زيلي ڪي ڏيئي جنمءِ
سورهيؤ! پنهنجي سرين جا ڪوڙي قلمءِ
عشق جي راهہ ڪي ڏِئي قدم سان قدمءِ
پاڻ حق جوءِ ڪيو آهي اوچو علمءِ
نعزا هڻندا هلوءِ پيرَ ڪٽندا هلوءِ

(١) رجهي ويوءِ رڌجي ويو

پنهنجون سچيل اکيون، پنهنجا ڦٽيل جگر،
پنهنجون هيٺيون رڙيون، پنهنجا هيسيبل اکر،
هڪ نئين دور جي پيڙهه جو ٿيا پٿر،
هڪ نئين انقلاب (1) دهر جو ثمر
نعرا هڻندا هلو، پير ڪٽندا هلو.

ڏور جيسين به پنهنجي نگاهه ٿي وڃي،
صف سوڍن جي بيٺي آ سينا سڄي،
ڏسجؤ! گهاتو متان ڪوئي گهيرو پڄي،
مڙس سو آهي جنهن کي مياڻي مڃي،
نعرا هڻندا هلو، پير ڪٽندا هلو.

هو ٻڌو پيا ڪليشن جا ڪڙڪا سڄڻ،
ٽينڪ، گولن، مان باهين جا ڀڀڪا اٿن،
خون بارود مان ايف سورهن اڏن،
لوهه ڏيئي کي لانچر تا ڪليون ڪڍن،
نعرا هڻندا هلو، پير ڪٽندا هلو.

ڪنهن جي ڪُڪِ کي ڪتارا ڪني پار پيام
ڪنهن جي سيني تي توبن جا ڏڏڪار ٿيام
ڪنهن جا نيزي جي نوڪن ڦڦڙ ڦارَ ڏنيام
ڪهڙا ڪونڌر تي ڌرتيءَ تان ٻلهار ويام
نعرا هڻندا هلو، پير ڪٽندا هلو.

(1) زمانو

ماءُ جي تيج جام جيڪي تورا اٿئي،
پال لهٽا نہ هونهين سي پورا اٿئي،
چا تہ چاتي اٿئي، چا تہ ڏورا اٿئي،
تنهن جا ويري بہ هن سر جا گهورا اٿئي،
نعرا هڻندا هلو، پير ڪٽندا هلو.

ڏسندي ريٽي قريري جو قڙڪڻ (1) قلڪ،
هو ڏسو غير جي اک ۾ غم جي جهلڪ،
پنهنجي ساٿين پلٽ ڪئي، آ جنهن جنهن پلڪ،
سامراجين جي صف ۾ آ (2) گهوڙا گهلڪ،
نعرا هڻندا هلو، پير ڪٽندا هلو.

هي ڪلهن سان ڪلها گسجندڙ سلسلو،
سرفروشن جو ويتر وڌي ولولو،
پنهنجي پرجوش نعري جو هي ترٿلو،
هن زمين جي ذرن ۾ پري زلزلو،
نعرا هڻندا هلو، پير ڪٽندا هلو.

لڄ لوئيءَ سندي پاسباني ڪري،
پنهنجي پنين ونين لاءِ وڙهندي مري،
پنهنجي پيارن پنهوارن سان پيرا پري،
ان جي هر هڪ ادا تي تو هينئڙو نري،
نعرا هڻندا هلو، پير ڪٽندا هلو.

(1) چال، لوڏ (2) گهوڙا گهوڙا ڪرڻ

جي ٿا دل کان پڇوءِ پنهنجو پيارو ٻہ آءِ
پنهنجي دل جو ڏٺيءِ اک جو تارو ٻہ آءِ
سنڌ جي ساٿ جو هو سهارو ٻہ آءِ
جيڪو ويڙهاند ويلي سگهارو ٻہ آءِ
نعرا هڻندا هلوءِ پير ڪٽندا هلوءِ

ڪوئي ساٿي اسان جو جي سنڄي ڪريوءِ
گوليءَ سامهون وڏيوءِ ڀيو وري سر قربوءِ
لال پرچم لهوءَ ۾ (1)گهريو نہ (2)لڙيوءِ
ائين ڦيرو ڦريوءِ ائين هردو هريوءِ
نعرا هڻندا هلوءِ پير ڪٽندا هلوءِ

ساٿيو! سرخ پرچم (3)سمهاڙو ڪريوءِ
هڪڙي هٿ ۾ جهنڊوءِ ٻئي ۾ ڪهاڙو ڪريوءِ
ڪنڌ ڪلهن تان ڪپيوءِ (4)وَل ولاڙو ڪريوءِ
نعرا هڻندا هلوءِ پير ڪٽندا هلوءِ

هوءَ وڏيرن ڪي ڦقڙي وٺي آ وئيءِ
اڄ ڪامورن تي ڀي چٽ آهہ بجلي ڪريءِ
پٽي آ پيرن ۽ ميرن جي ٻُوٽي سُڪيءِ
سامراجين جو ڀيو آهہ ڏينگهو ڊهيءِ
نعرا هڻندا هلوءِ پير ڪٽندا هلوءِ

(1) گهيرجي ويو (2) لڙهيوءِ ڊرڪيو (3) سامهون، منهن مقابل (4) ٻوڙي سراڙو .

جيڪو گيدي ۽ گوال غدار مئو
پل مئو پنهنجيءَ ڌرتيءَ مٿان بار هُئو
تنهن لاءِ پٽر نہ وجهبو نہ تنهن لاءِ رُئو
ڪتّ چنيسر چگو ڪو تيو ڪٿ (1)سُئو
نعرا هٽندا هلو پير ڪٽندا هلو.

پاڻ چاهيون ٿا آزاد ٿئي هي چمن
آسمان تي امن جا ڪبوتر اڏن
ڪين ڳپرو ڪسن ۽ نہ مائون هڃن*
اي وطن تنهنجي وک وک تي مينهڙا وسن
نعرا هٽندا هلو پير ڪٽندا هلو.

●

(1) پڌو

* غم ۾ بڇي حال ٿين

# نظم

## سنڌي گوريلي ۽ پريمڪا جي ڳالهه ٻولهه

هن وقت ويريءَ جي هٿان، جنهنجي وجون ٿون مان مٿان،
رت ٻاهه واريءَ رات ۾ بارود جيءَ برسات ۾
ڪو ساڻ آ ڪاڙهو ٻه آ لهسون ٻه هن ساڙو ٻه آ
توکي نه ڪل مون ڪي نه ڪل، يا هن پل يا هن پل،
دونهين، چڙين جي هيءَ اڇل، اوڏو ڪري پنهنجو اجل،
هي سيڪ هي چپيون جلن، چر چر ڪريو ٽانڊا وسن،
هت ڪير توڄاڻي پرين! ڇا وقت تو آڻي پرين
هن دونهين پنيان ڇا اڇي؟ اڱرن جي هينان ڇا ٻچي؟
ٽانڊن جي ساگر جي ڪپر، ڏٽڏڪار پنيان ڇا خبر؟
ويڙي هجي (1) گهاتو هجي، پنهنجو اجل آتو هجي،
هو گرڙ واتيون پيون گڙن، راڪيٽ لانچر پيا چڙن،
سڙڪن تي لاشن جا سٿا، ٻي گهر اباڻن جا جٿا
وستيون جلن ويڙها جلن، ديرا جلن ٻيڙا جلن،
ڦل واڙين جا ڦل ڇڻن، پوئرا ۽ پوپٽ ٻُل هڻن،
چمپا جون ڪليون ڪوئجن، لوُنگن جون مکڙيون لوئجن،
هي سڀ تيڻ تي تو سگهي، ڪنهن جو جيئڻ تي تو سگهي
منهنجا پرين! پورا پرين، هي پل ڪٽي تورا پرين

(1) گهات ۾ ويٺل دشمن

ماڻيون ته گهڙيون ٿوريون، صدين تي آهن ڳوريون
ڪيڏي چٽي چانڊاڻ آ، ڪيڏو متل ماندڙاڻ آ
هي چور واهه جون ڇوليون، البيليون اڻ موليون
پيلا سرنهن جا ڦولڙا، ان تي (1) وهين جا جهولڙا
هاريءَ جو پٽ پيهي چڙهيو، ڳل تي ڪن تي هٿ ڏيئي
ڳائي ٿو راڳا رات اچ، ڪنهن ريت ڪنهن گهات اچ
جوين ڀ ٿي ساوڻ مٺا! ڪيڏا! وڇوڙا ڳڻ مٺا!
هي جوت جو درياءَ ٽپون، يا وچ ٿي وچ ۾ ساهه ڏيون،
ڪوئي نشو چاڙهي مٺا! جوين وٺون ماڻي مٺا
سو هاڻ اچ هڪوار اچ، رت باهه جي هن پار اچ،
توکي ڳري لاهيان مٺا، جيون سڦل ٿاهيان مٺا
هو هو ندورو ٻم ڦٽي، ان ڪان اڳي، ان ڪان اڳي

## گوريلي جو جواب:

مچيم ته چنڊ آ چوٽ ۾، پر هن ڪاري ڪوٽ ۾،
منهنجو آ پياءُ ٻاندي ٻٽيل، پيڙيون وڌل سنگهرون پيل،
درياهه ۾ پئي چاندي وهي، ڇولي چڙهي ڇولي لهي
چنڊ ڏي چڪوريءَ جو اڏڻ، اونچن سفيدن جو لڏڻ،
پيلي سرنهن جي ڇانءَ ۾، ڳيرو ڳيري ٽانءَ ۾.
هو هو ڪريو ڇنبون هڻن، ڳٽ ڳٽ ڪريو ڪنپڙيون هڻن،
ڪيڏو آ سهانو آ سمو، هي سڀ انهيءَ ڪان گهٽو،
هي تنهنجو ڪامڻ * گربدن، ڪنوٽون ڪنون شعلا اٿن.

(1) پکي جو هڪ قسم * جادو ڪندڙ

هيءَ تنهنجي اک، هيءَ تنهنجي چگه، هيءَ سينڌ، کنهن واهڻ جو دگه،
کنهن واٽهڙوءَ جي منتظر! پر ڇا ڪجي وٽندڙ پٿر!
هيءُ ناهي پنهنجي ڀاڳ ۾، رکيو بہ ڇا آ راڳ ۾.
هو ڏس تہ ڪنهن جا گهر جليا، هو ڏيڀين تي ڏنو هليا،
هو پيڻ ڪا لٽجي پئي، هوءَ ماءُ ڪا تڏجي پئي،
ويڳاڻيون ويڳاڻيون، ٽاٽن مٿي هو نياڻيون،
ها! وير جن جا ويا ڪسي، ها! ڪانڌ جن جا ويا رسي،
پورهئي پگهر جي پار سان، قرض سندي انبار سان،
هي ڪيتين جا ڪاسبي، هي انگ اگهاڙا پاٽٽي،
پورهئي رڳون ٽوڙي ڇڏيون، فاقن دليون ڀوڙي ڇڏيون،
منهنجي وطن جا نوجوان، ورسٽين ۽ ڪاليجن منجهان،
تن جا هتي لاشا ڪڇن، ڏگرين بجاءِ جيلون ملن.
ڪڙهيو پچيو راتيون ڪٽن، لوهي زنجيرن سان سٽن،
تن ڪي هي ڪارا سنتري، هي بابري هي نادري،
پوٽا هلاڪو خان جا، ريگن جا پٽ (1)شمعان جا،
ڪُندا هٽيو ڪوڙ اهٽن، ڏورا وڍن گوشت پٽن،
هو ڏورانهن پيُون دانهون اٽن، هو ٻار ڪنهن جا پيا رئن،
ٽورو تہ ان تي غور ڪر! هن پونءَ تي هيڏو قهر،
هي ديس سارو پيو دکي، اکيون ڏکن هينئڙو ڏکي،
ڪونجيءَ ڳچيءَ، هرٽيءَ اکي، ڏکڻ جي هيرن جي سکي!
او ڪپهہ انگي ڪامٽي، هن پونءَ هنئي آ ٽامٽي،

(1) اسرائيلي وزير اعظم شمعون پيريز

۽ تون ۽ مان جهمريون هٽون، ان کان تہ تي کوڙهيا مرون،
ڏرتيءَ تي ڏاڙيلا گهمن، ڪنهن کي پڏن، ڪنهن کي ڪهن،
هي سڀ اسين ڏسندا رهون، بس هڪ بئي ۾ گم رهون،
مون کان نہ سو پڇندو مٺي! هي ڏينهن ڇا چوندو مٺي،
هتي ڪجهہ ڏهاڙن جو جيئڻ، ۽ تنهنجي چپڙن مان پيئڻ،
ڪجهہ رس جون سرڪون مٺي! تنهنجون لٽڻ مرڪون مٺي!
دل کي ڪسيندڙ ڪار آ، پر ڇا ڪجي لاچار آ،
منهنجيءَ بنيءَ جي پير ڏٺي، ڪو وات ڦاٽوڙو ڇٽي،
هن ڏوڙ تي ٽڪون هٽو، هن پيونءِ هينئان آ سٽو،
شاعر! لباڙي بي پٽو، جو جنگ هلندي گهر مٺو.



# گيت

هاءِ اسان جو پاگل مَنڙو
هاءِ اسان جو روڳي مَنڙو

# گيت

پيار نہ پهتو ڪنهن بہ نڪاڻيءِ جوڳي ڄاڻي وينا ڄاڻيءِ
رچ جي راهہ تڪاسين ڄاڻيءِ جوڳي ڄاڻي وينا ڄاڻيءِ

ميلن مهلن ۾ اوِ منڙا ميت سان ميت ٻڙن تام
پولارن ۾ (1)پهتن جهڙا هت هت ڇيچ ڇڙن تام
ڏس تہ اسان ڄانڊيارن ۾ ڀتڪيل خواب ٽڙن تام
اِپ ڄا ڪڙيل تارا هن ڄڻ جيڪي روز ڪڙن تام
اپ تي ڪين ٽڪن اولاڻيءِ جوڳي ڄاڻي وينا ڄاڻيءِ

تنهنجون يادون ميڙي سيڙيءِ جيءَ سان جهيڙي وينسءِ
وڪريل من ڪي ويڙهڻ پوياںءِ سور سهيڙي وينسءِ
گهايل من جام گهت گهت ڀتڪي چاڪ اڌيڙي وينسءِ
مان اڄ تنهنجي مورت اڳيان جهول پڪيڙي وينسءِ
منهنجي پوڄا تنهنجي ٽڪاڻيءِ جوڳي ڄاڻي وينا ڄاڻيءِ

ڇا تون منهنجي ڇڇيل من تي مرهم ڪونہ ڏريندينءَ؟
ڇا هيءَ منڊ بہ گڏري وينڊي تون بہ نہ پير پريندينءَ؟
هڙي ڏک ۾ مون سان ويهي ڏات جا ڏنجهہ ڏريندينءَ؟
منهنجا (2)پوچيل پيرا هوندا ڪنڊا پٽي پٽريندينءَ؟
منهنجي ٽيندينءَ تون بہ نہ هاڻيءِ جوڳي ڄاڻي وينا ڄاڻي.

●

(1) خوبصورت، سهڻا (2) ڪنڊن ۾ پريل

# گيت

هاءِ اسان جو روڳي منڙو
هاءِ اسان جو پاڳل منڙو
واچوڙن ۾ الجهي اڏري
جُهيئَن پپل جو چٽيل پنڙو

پاڻ ئـ آهيون رمتا جوڳي
ڪنهن سان پيار ڪرين ٿي ڇوري
پاڻ ٻئر جي پنڌ جا راهي
تن جيءَ (1) پاڻَ نہ پلجاڻءِ پوري
پنهنجي نيٽين رڃ وسي ٿي
پنهنجي پيرين پرندڙ ٻنڙو
هاءِ اسان جو پاڳل منڙو

پنهنجي وس ۾ لهرون ناهن
پنهنجي هَٿ ۾ ناءُ بہ ناهي
ٻاجهہ پريا هٿ وار ٻيڙياتا!
ڪوبہ سٽائو واءُ بہ ناهي
جهرندڙ جندڙيءَ جو تون ساحل
ٻڏندڙ ٻيڙيءَ جو تون ٻنڙو
هاءِ اسان جو پاڳل منڙو

●

(1) تن جي عقل تي نہ هل

# گيت

اسين رولاڪ سيلاني، ڪڏهن ڪاٿي ڪڏهن ڪاٿي،
اڪين ڳوڙها ڳچيءَ ڳاني، ڪڏهن ڪاٿي ڪڏهن ڪاٿي.

چيوسين: ڪنهن تہ ٻڙ جي ڇانو ۾، ساهي بہ پٽڻي آ
چيوسين: ڪنهن تہ ڇانئڻ تي منجهند آرهڙ جي ڪٽڻي آ
مجي پر دل نہ ديواني، ڪڏهن ڪاٿي ڪڏهن ڪاٿي

ڪڏهن جڳ جون سڀي جهٽڪيون، پرت جا پڌ (1)پچايون تا
ڪڏهن وہ جون وٽيون پيئندي، زماني سان نڀايون تا
اسين زلفن جا زنداني، ڪڏهن ڪاٿي ڪڏهن ڪاٿي

چوڌاري (2)چوڪيون ئي چوڪيون اتڪاءُ پيي ايندا،
بکن اٺ هوند جا پيي ڏنجهہ ۾ ڏهڪاءُ پيي ايندا،
سچو آ نينهن ناداني، ڪڏهن ڪاٿي ڪڏهن ڪاٿي

ڪني آگر هجي تنهن ڪيِ تہ پاڙن کان پٽي ڇڏجي،
هجي ڪوٺو سِڪو جيڪر تہ بازار ۾ مٽي ڇڏجي
(3)نِگهت آ نينهن نيشاني، ڪڏهن ڪاٿي ڪڏهن ڪاٿي.
لهوءَ ۾ باهہ جا ليڪا لتاڙي جيءَ جي گهبرائي،
متان هيئن تئي حياتيءَ کي، ڇڏيون نوڪر سان نڪرائي،
اسان جي هوڏ حيراني، ڪڏهن ڪاٿي ڪڏهن ڪاٿي.

●

(1) ويچار ڪريون (2) جانچ لاءِ ڪوٺيون (3) نہ گهٽجڻيڙ - نہ گسجندڙ.

# گيت

هر ترڙ جو (1)هوڙاڪو اسان جيئڻ ڪو بہ نہ هوءَ
نگر نگر رولاڪو اسان جيئڻ ڪوبہ نہ هوءَ

پريت جي ڳالھ پتڻ تي ڇيڙي روئين ڇو وڍڇاري؟
هر پاڻياريءَ ڇٻ ۾ ڇمڪا هر ڪا دل دکياري
هر ڪنهن ڇهڪن ڇاڪو اسان جيئڻ ڪوبہ نہ هوءِ

وڻ تي جيئڻ ويڳاڻو پنڇي ڪي ڳائي ڪي روئي
وڳر وڳر ۾ وڇڙيل ساٿي جانچي (2) ڪنيپڙا ڪوئي
تڏجي هر ڪنهن تاڪو اسان جيئڻ ڪوبہ نہ هوءِ

رمتي جوڳيءَ جيئڻ اسان جا هر نگريءَ سان ناتا
گليءَ گليءَ جي ڌوڙ سان لتڙيل پير اسان جا (3)ڪاتا
ڪوبہ نہ تاڻو تاڪو اسان جيئڻ ڪوبہ نہ هوءِ

چنڊ جي رات نديءَ ۾ ٻيڙيون تلڪائن هاڪارا
ساگر ۾ جيئڻ جيئڻ سوچون اپڙن تيئڻ ويچارن ڌارا
ويسر ٿي نہ (4) وَتاڪو اسان جيئڻ ڪوبہ نہ هوءِ

توکي روڳ اسان جيئڻ راڻا! ڇا نہ نپوڙيو هوندو؟
هن جندڙيءَ ۾ جوت لڳائي تو تہ پروڙيو هوندو
ڇا مومل! ڇا ڪاڪ؟ اسان جيئڻ ڪوبہ نہ هوءِ

●

(1) ٻڙي ٻڌڻ لاءِ بندر تي ڪٺل ڪاٺي يا لوهہ جا ٿنڀا (2) ڪنيپ پٽي (3) ڌارايل (4) گدڙي

# وائي

پيرن هيٺ بهارون پٽريون، (1)چاٽ چٽن ٽا گل،
الوميان، چاٽ چٽن ٽا گل!
نيريءَ سنجهه ۾ نهوڙي جنڊڙي، چڻ ته مرگهه جا ٻلَ
الوميان، چاٽ چٽن ٽا گل!
ڦڙين لارون موتين مالهام تاڙا! تنهنجو (2)ٽُلُ،
الوميان، چاٽ چٽن ٽا گل!
تنهنجو هڪڙو پرت جو پيرو، پچندو ٿاٽ جو ٿُلَ،
الوميان، چاٽ چٽن ٽا گل!
راڄ مڙوئي روڳ وڪوڙيو، گهر گهر پڇري جُهلَ،
الوميان، چاٽ چٽن ٽا گل!
اڄ به گسن تي پنهنجا (3)گيڙام ڦوڳن (4)پنگريا ڦُلَ،
الوميان، چاٽ چٽن ٽا گل!
وَر وڻجارا! پنهنجيءَ (5)وٿ جو، هَتِ هَتِ آهي هُلُ،
الوميان، چاٽ چٽن ٽا گل!
(6) سائٽ، سهٽو ناهه ساٿي، ريٽيون بٽجي رُل،
الوميان، چاٽ چٽن ٽا گل!
روهه سڃن ورلاپ ڪنجيلين، ڪڪ پن، ڪرڪن ڪُل،
الوميان، چاٽ چٽن ٽا گل!
(7)َ ٿانهر ٿڏڙا ٿاڪ ٿرن جا، ماڳ نه پيو ڪومل،
الوميان، چاٽ چٽن ٽا گل!

●

(1) جهونڪو، جهوٽو هوا جو (2) اگهه، ملهه (3) لاسارا، ملڻ (4) ڦُٽا نڪتا
(5) شيءِ، وکر (6) ساوڪ (7) ٻخ ٿڏا

# وائي

ها! اسان ڪان پوءِ پيءِ
ڳالهڙيون هلنديون پيون،
مان ڪٿي هوندس نہ هوندس، تنهنجون ساجن (1) توءِ پيي
ڳالهڙيون هلنديون پيون،
مون ڪان سهڻا گيت لکندو، پيو نہ ڄاڻا ڪوءِ پيءِ
ڳالهڙيون هلنديون پيون،
ٻانهن تان ٻانهون پرائيءَ چپنڪي چمندوءِ پيءِ
ڳالهڙيون هلنديون پيون،
ساهہ جي امرت مٿان، مرگهہ جيان مرندوءِ پيءِ
ڳالهڙيون هلنديون پيون،
ڪنهن رسيليءَ رات وچ ڀيءِ خواب ڪو اٿندوءِ پيءِ
ڳالهڙيون هلنديون پيون،
جهٽ غزل تي جڙ تہ وينديون ڀيءَ چيڳرو ڇهندوءِ پيي
ڳالهڙيون هلنديون پيون،
هيءَ گلابي رت پريندي، ڪنهن جا پيالا پوءِ پيءِ
ڳالهڙيون هلنديون پيون،
ڇير جي ڇم ڇم بہ هوندي، وينا جي ووءِ ووءِ پيءِ
ڳالهڙيون هلنديون پيون،
جت اسان جا گيت ڇڙندا، ات جي هوندا هوءِ پيي
ڳالهڙيون هلنديون پيون،
”باغي“ بس بدنام آهيون، مَنڻ جون مون (2) موءِ پيءِ
ڳالهڙيون هلنديون پيون،



(1) تنهن ٻيءِ تہ بہ (2) منهنجي مرڻ ڪان پوءِ بہ

# وائي

کنيڙن جيئن ڪُلي، جُهولن جيئن (1)جُهلي،
سور اسان وٽ سهڙيا لا!
تون جي ويڻ وراڻيين، ويندا واءُ گُهلي،
سور اسان وٽ سهڙيا لا!
(2)لڳاءَ پوندي لوڪ ۾، ڍوليا! رات ڍُلي،
سور اسان وٽ سهڙيا لا!
ايندڙيون تنهنجيون ڳالهڙيون، چپرن وٽ چُلي،
سور اسان وٽ سهڙيا لا!
تنهنجيون ورنديون تانڙيون، پوئرن جيئن پُلي،
سور اسان وٽ سهڙيا لا!
چوٽون پنهنجي چاهه تي، ڪندا لوڪ (3)ڪُلي،
سور اسان وٽ سهڙيا لا!



(1) لڏي (2) پروڙ، سمجهه (3) سيٽي، سمورا

## واٽي

کهڙي نيٽ ڪٿار
توکي لڳي مون هنيان!
چنڊ اسان جي واٽ ڪان، ۽ تي پيير (1) پرار
توکي لڳي مون هنيان!
اڄ تہ درياءِ اڪرئون، تُرهؤ تو مون بار
توکي لڳي مون هنيان!
۽ تي تنهنجون جهاتڙيون، ۽ تي ٻول آپار
توکي لڳي مون هنيان!
اسان اهوئي (2) آجڪو، هڏ هڏ چام چمار
توکي لڳي مون هنيان!
جيئن ڪنهن (3) متي مرگهہ تي، (4) ناهر ترڇي نهار
توکي لڳي مون هنيان!
جيئن ڪي رڻ جي پيٽ تي، اوٺين پيير (5) اُپار
توکي لڳي مون هنيان!
تيئن ٺي پنهنجيون ڳالهڙيون، تيئن ئي پنهنجو پيار
کهڙي نيٽ ڪٿار
توکي لڳي مون هنيان!



(1) پرينءَ پير (2) قوت گذران (3) متاريءَ تلهي (4) بگهڙ (5) اپريل نشان

# وائي

(1)ها هرسان (2)هروار الوميان!
چانگي (3)چانگھو نہ ڳٽيو.
(4) ڳل ٿس ڳانيون، ڳتيون، موڙا ڏئي مهار الوميان!
چانگي چانگھو نہ ڳٽيو.
هر هر هينئڙي پر ۾ هن جا پھ پچار الوميان!
چانگي چانگھو نہ ڳٽيو.
هن جي (5) مامڻ موهيا، کوڙين (6)کوتا کار الوميان!
چانگي چانگھو نہ ڳٽيو.
کيڏي کونجيءَ کوک ۾ ماري يار ميار الوميان!
چانگي چانگھو نہ ڳٽيو.
وچوڙي جي (7) وير جي (8)، ڏرتي ڏنءُ ڏنءُ ڏار الوميان!
چانگي چانگھو نہ ڳٽيو.



(1) جرئت مندي سان ڪيل آواز (2) هر پيري (3) ڏکمو پنڌ (4) گلي ۾
(5) اشارن، رمزن (6) شاعر (7) لهر، چولي (8) بدن، ڌڙ

# وائي

مون ۾ منهنجي يار جي،
ڳالهه ٿي هلندي رهي.
جنهن جي ٿڙ تي نانءُ لکياسين، يوڪلپٽس ڊار جي،
ڳالهه ٿي هلندي رهي.
وڏ ڦڙي وسندي ملياسين، مينهن تنهن مِلهار جي،
ڳالهه ٿي هلندي رهي.
تنهنجيءَ چوٽيءَ ۾ جا پوَتي، لامِ ڳاڙهيءَ لِيار جي،
ڳالهه ٿي هلندي رهي.
موتين ۾ مهڪ آ پر، تنهنجي هٿ جي هار جي،
ڳالهه ٿي هلندي رهي.
هاڻو منهنجيءَ شاعريءَ ۾، تنهنجي سونهن ۽ سار جي،
ڳالهه ٿي هلندي رهي.
جت ٻه چاهيندڙ ملن ٿا، پنهنجي پهرئين پيار جي،
ڳالهه ٿي هلندي رهي.
ڪنهن ٻڌائي آ گُڪن ڪيءِ تنهنجي واسيل وار جي،
ڳالهه ٿي هلندي رهي.
چانشوري جي گلين ۾ منهنجي ئي منٺار جي،
ڳالهه ٿي هلندي رهي.



# وائي

تاڙي واري تاتم

جيئڙا تو جهڙي (1)جهلي.

(2)ڪرن (3)ڪيتا نہ ڪتام ڪنڙا ڏينهن ۽ رات

جيئڙا تو جهڙي جهلي.

تنهنجي سڪ سهاڳ جيئن، جيون سوني ڏات*

جيئڙا تو جهڙي جهلي.

هو ڪستوريون ڪٿ تيء ۽ هوءِ (4)ليڙن لات.

جيئڙا تو جهڙي جهلي.

پرين اسان جي پڪڙين، پئيُ سان ڪهڙي بات

جيئڙا تو جهڙي جهلي.

تاڙي واري ٿاتم

جيئڙا تو جهڙي جهلي.



(1) ڪهڙي نہ لائي ڏني اتئي (2) رقيب، دشمن (3) جهيڙا، جهگڙا

(4) ائن جي رڙ * نموني

# وائي

جوڙي ڪيڙ ڪٿا الا!

مڪليءَ جهڙيءَ ماڳ ۾.

لُڪن (1) لاٽون ڪوسيون، (2) مَيَن سج (3) مٿا الا!

مڪليءَ جهڙيءَ ماڳ ۾.

پهٽين او ڪو پنڌڙو، (4) ڳيڙين پير (5) ڳٿا الا!

مڪليءَ جهڙيءَ ماڳ ۾.

جهيرون جهيرون جهول ۾، ڪنهن وٽ سور (6) سٿا الا!

مڪليءَ جهڙيءَ ماڳ ۾.

پوءِ به تنهنجي پار ڏي، جتن روز جٿا الا!

مڪليءَ جهڙيءَ ماڳ ۾.



(1) جهوٽا، هوا جا جهونڪا (2) اُٺن (3) مٿان (4) پيرن ۾ پويل ڳوڙهيون

(5) ڳنڍين ۾ ورتل پير (6) ذخيرو ڪيل، دڳ

# بيت

(1) (1)ماٽاءَ ٽيل بلور جيئن، تون مان ٽڪرياسين
۽ پوءِ وڪرياسين، وڇوڙي جيءَ (2) وانچ ۾.

●

(2) تون جو منهنجي ناگريءَ، هلي آيو آن،
پلي آيو آن، جوڳي توڪي جيءَ چوان

●

(3) جيئڙو تيسين (3)چيٽ، سوڍا سانوڻ پيا اچن،
مريو وڃن مينڌرا! ماڻهو مٺيءَ هيٺ،
ڏسڻ تيسين (4) ڏيٺ، مٺ نہ (5) مانجهم راتڙيءَ.

●

(4) ڳري ۽ ڳارا وجهي، ڪانگل! کهڙي سور،
اسان پرين وچ ۾، وڇڙڻ اڀءُ وڇور،
ٻارهون پيرو ٻور، ور ڏيئي وٺن چاڻيو

●

(1) بلورن راند ۾ ہ بلور پاڻ ۾ ٽڪرائجڻ ڪي ماٽاءَ چئبو آهي. (2) آنڌي، طوفان (3) هندي سال جو هڪ مهينو (4) ملاقات (5) لڙي رات، رات گذري

(5) (1)جڳ جڳ وڇڙيو سيڪو، جنمين وڇڙيا جوڳيءَ
وڇوڙي ولهه رات ۾ سمهي پيا (2)سوڳيءَ
هو راول، روڳيءَ رت روئي لڪ چڙهيا.



(6) مون بس تنهنجي پانهن ۾ گجرو پاتو آ،
پٽو نه پٽواريءَ سندو، نه پيو ڪاتو آ،
ننڍڙو ناتو آ، وٽنئي ويساري به چڻ.



(7) وڳو (3)گل ورن، تو جو پاتو تن تيءَ
سپ ڪنهن نيٽڻ نرن، سيڪو من (4)سڌير ٿئي.



(8) ڏوڙ به وسن ڏوڙيا، مٿان ٿيپن ڏينهن،
اسان وسندي مر پنهن، سامي سڙندي ٿي ڏنا!



(1) صديءَ سؤ سال (2) ڏکارا، سوڳ ۾ ورتل (3) گل رنگ (4) سرهو، خو

(9) (1) ڪلاداري ڪلنگيونءِ اڇليو (2) وڙولينءِ
جوڳي تا ڳولينءِ پنهنجي پليل پاڳ ڪي.

●

(10) منهنجيءَ چوليءَ جيءَ "هرمچ" توکي مينئن چيو:
"منهنجو تيءُ نہ ٿيءُ آءُ تہ تنهنجي آهيان."

●

(11) چوٽيءَ دائي چيچ سانءِ ڊوليا! جا ڪلنديءِ
ڳالهہ اسان جي ڳوٺ ۾ سسن پس ۾ (3) سُڄنديءِ
گهر پاتيين تڙ جيڏيينءِ جهنگ مرونئين (4) ٻجهنديءِ
ان (5) پر (6) آتڻ واريينءِ* آتڻ ۾ اٽنديءِ
ڏڪبي ڏوپيءَ گهاٽ تان پنڻ لگب (7) پچنديءِ
وڏجارن جي وات پئيءِ چولين تي چلنديءِ
مَٽي (8) سنڌا ملڪ جاءِ ولاتن وچنديءِ
گوالي جي گيت ۾ وينا ٿي (9) ٻُرنديءِ

●

(1) ڪلا واريون (2) ڪوجنا ڪرڻ (3) ٻڌبي (4) سمجهبي (5) ان ريت (6) ڪتڻ واريونءِ جتي گڏجي ڪتينديون آهن ان جاءِ کي آتڻ چئبو آهي (7) رَسَندي (8) سرحدون (9) وچندي *. سڄندي - ٻڌبي

پونديٰ ڪويءَ ڪن تيءِ ڪوتا تي ڪچنديءِ
ڏيها ڏيهه پئي ڳائبيءِ جڳا جڳ هلنديءِ
(1)رانءِ تہ ڪٿ رسنڊيءِ (2)ڪينچل هڪڙيءَ (3)ڪن جيءِ

●

(12) ٻڪن منجهہ پريءِ تنهنجا ڏنل موتياءِ
ڪوئي اڄ پريءِ نڪري ويندو (4) ناڪئو.

●

(13) ماروءَ جا ماڙاءِ واريءَ سندا (5) پونگلاءِ
واٽ (6) مٿاريءَءِ واءِ (7)ڇُهوءِ اجهي اڏاڻاءِ
هي پٻ هي (2) ٻاڻاءِ ڪلهہ ڪلهوڻا (8) آسرا.

(14) وٽ وٽ ڪٽي ويڻ جيءِ واٽين وڇايونءِ
لنگهنڊڙن ڪي لِڪَ ڪٽيءِ سامهون شرمايونءِ
جي (9) وَڙ نہ ورنايونءِ سي (10) ويٽين ورنديون ڪينڪي.

●

(1) احساسُ تہ ڪر (2) پيار جي چيٽ چاڙ (3) گهڙي (4)وڇهارو (5)
واريءَ جا گهر (6) پٽ تان واٽ (7) لاڳيتو واءُ (8) اجهاءِ نڪاڻا (9) گڻ
(10 ويٽن سان

(15) سي ٿي راتيون رچ جون، سي ٿي ٿنڌا ساھ،
(1) سوڪو ڪري (2) سانباھا، (3) مٿيا سر مٿان،
اسان پنھنجي آھ اماٿي ان (4) وڳڙسين.



(16) جھونپن جي جھونگار، ولھيءَ (5) وسيءَ راتڙين،
(6) اپر (7) آجڙين جا، (8) پُر جھڻ (9) مٽيا (10) پار،
جِيءَ توٽي پوڏ ۾، سانگين سَرَھا (11) وار،
پرن پنھنجي (12) پُيتِ ۾، (13) ڪلھن گھر (14) ڪاٺيار،
اڙي او وس ڪار، تو وس، (15) اوڪامڻ ھيڪڙو.



(17) ھي جي جاڙا وڻ، بينا ان (16) پڙي مٿان،
ويا واريءَ (4) ٽَڙ، پوکڻ وارا ھٿڙا



(1) ھوا جي ڏوکر (2) پکيءَ جو قسم (3) لنگھيا (4) ولسين (5) حيرت پري (6) ڪمزور (7) پڪرار (8) سمجھڻ (9) بدليا (10) اھجاڻ (11) ڏماڙا (12) پيونءِ ۾ (13) بي شعور، ڪمزور (14) ڪاٺيارا (15) مينھن جو بند ٿيڻ (16) ڪنبر، پڙو (17) ميناں.

(18)(1)اوچي ڳاٽ آلاپ، (2)ڳَرُ لڳائي ڳَرَسين،
پنڙي ۾(3)هوبر ٻورجي، ٿڏڙي پنن (4) ٿاپ،
اهڙا (5) اوسر (6)جاپ، ڪهه چاٽان (7)ڪيتا ڪيم.

●

(19)ڇاڪي ڇٽن ڦولڙا، پنن ڪهڙو (8)ٻهه،
وسيا (9) ورسيا (10)وِرِڪڙا، (11)ڦانگن ساٿو(12)ڦهه،
ڪالهوٽيون ڪنئاريون، لامون ڇڏيو (13) لهه،
(14) ڪُڪائتي وٺا! (15)ڪهه هيئن نه (16)يونجي پٽ پئي

●

(20) روهيڙا ۾ (17)ريل، پرين (18)پاڪر ڪونيا،
مهري (19)ڳتئين (20)ڳانيين، مون ٻانهون تو ڇيله،
پوري جڳ جو جيل، پورا! ڪر پلجي وڃان.

●

(1) اپي ڪنڌ (2) ڪنڌ سان ڪنڌ (3) واس، مٻڪار (4) ٽپڪي
(5) نه وسرندڙ (6) وظيفا، جپڻ (7) ڪيترائي (8) ارادو (9) آباد (10) وڻ
(11) ٽاريون (12) طاقت (13) طرف (14) دل سان لڳندڙ ڳالهه (15) چٺو
(16) سرمايو (17) سنئون وارياسو ميدان (18) عزت ڏيڻي گهرايل
(19) ڳتيل (20) ڳانيين سان سينگاريل، ڳانئيون ٻڌل

(21) سفيدن جيءَ ڇَانو ۾ سورج لٿو پٽيءَ
دلڙي ايئن چئيءَ چاڙهشورو ڪيئن ڇڏيون.



# دوهِا

(1) وڻ ڦوٽهڙي جيڪا جيڪا، ورچ هنني هَٽِ ونڊي،
تنهنجو انگ انگ اٿين انگوريو، جيئن ڪا چيٽَ ۾ (1)ڪنڊي



(2) واهوندڙن سان هون ءَ ته وڻ وڻ تني هن پڪڙيا ڦُلَ،
تنهنجو انگ انگ ٻٽجي ويو آ، (2)جوڳيئڙي جو گُلُ.



(3) تون جي ايندين او ٻاجهارا! ٽرندي گوندر (3)گوندَ،
هن اڻ هوند ۾ ٻيي آچيندَيون، اڪڙيون ڳوڙهن بوند.



(4) تو ڏي ايندڙ هر ڪو رستو، ڦاسيءَ گهاٽ تي آيو،
او آزادي! پر منتوالن، (4)پيرو ڪونه وڃايو.



(1) ٽر ۾ هڪڙو وڻ (2) ٽر جو گل (3) ڏک جي ڪيفيت (4) چڪر

(5) تنهنجي منهن تي ترَ موهيڙا، سِڪا سونا رُوپا،
تنهنجا ڪومل ڳلڙا ائين جيئن * گل ٻانيءَ جا (1) پوپا،



(6) واچوڙن سان ڇڏيا اڏائيءِ ڪوتا جا سپ (2) ڪَڻَ،
ايندڙ مينهن سان، سي ڪنهن جوءِ ۾ وڌندي ٿيندا وڻ،



(7) ڪونہ ڏٺوسين ڪوتہ (3) ڪارايل، ساڄو ٿيو يا ڪاٻو،
نينهن وارن سان نڪري پياسين، پوءِ نہ ڏٺيوسين (4) داٻو،



(8) ڪوبہ نہ ڄاڻي نام اسان جو، ڪوبہ نہ ڄاڻي (5) ڪامُ،
پوءِ بہ اسان جا ويڙهہ وڻن جي، پَنَ پَنَ کي (6) پرنام



(1) پورو گل، لسو گل جو حصو (2) داڻا (3) ڪارڙو تتر (4) ٺڪاڻو، منزل
(5) ڪم، ڪرت (6) سلام، نياز منديون * وونئڻن جو گل

(9) تو تہ چيو ٿي پنھنجو من آ، جنھن سان چاھي لائي،
وينجھرَ ھَٿَ جي مُنڊي ناھي، من جو چاھي پائي



(10) ڪوبہ اسان جو دام نہ چاٽي، ڪوبہ نہ چاٽي (1) مولُ،
پوءِ بہ پيا (2)برسائيندا اسين، ٻول پيري ڪي جھولَ.



(11) ڇا تون ھي پيي ڪونہ ٿي چاٽين، دنيا جو وھنوار،
ويچن ڇو ٿيون ننگ نياڻيون، بيڪ گھرن ڇو ٻار.



(12) ھن سنسار جي ھر ڪنھن سک جا، تومان مان (3)سرجٹھار،
پوءِ بہ پيٽ بکايل تنھنجو، منھنجا ننگا ٻار.



(1) ملھہ (2) وسائيندا اسين (3) تخليقڪار

(13) رچ (1) ڪشوي ۽ رَچُ وسيءِ رچ رچُ پري (2) قياڻ،
ڪنهن ڪنهن ڏس جا (3) پهيڙا ڪندا (4) وَسَ (5) وَراڻَ.

●

(14) ڏاتُ تنهنجيءَ لئہ هرڪو خالي جهولِ جوي ٿو مون ڪي ڏئي،
دل گهبرائي وڃاڪ هلن پيا ڏات تنهنجي نيلام نہ ٿئي

●

(15) ڳولي ڌرتيءَ چار (6) طنابون، ٻوندي (7) رُوءِ زمين،
پئسي وارا پيار جا چاڙن، يار ڪيو مسڪين.

●

(16) سوچ تہ شاعر! درد هي تنهنجا هوءَ سنڀالي سگهندي؟
هن جي پوتي ليرون ليرون، ڳوڙها جا سان اگهندي؟

●

(17) وعدن جا رانديڪا ڏيو ٿام هيءَ ٻہ تہ سوچيو يار!
رانديڪو ٽٽندو ٿي ٽٽندو ڪيڏانهن ويندو ٻار.

(1) پلي ڪنوڻ ڪنوي (2) پاڻي جو تلاءُ (3) مسافر (4) وٺل ملڪ (5) موٽ، وراڻي (6) چيڙا حدون (7) پوري ڌرتيءَ سڄي زمين

1. ڪوڙ ڪي ڪنڏ ۾ ڪُند هٽندڙ ڪونڌر ڪلنگيدار لطيف
ڪامل، عامل، صالح، سالم، شاهه مٿام سردار لطيف
وحدانيت جو ورق ورائي، سنڌ ڪيئي بيدار لطيف
دُعا دلڙيءَ مان ٿي نڪري، هر هنڌ منجهه هرحال لطيف
جيئين جاني، پيچ پٿائي، جيءُ جيءُ جيئين لال لطيف

2. ڪاهوڙي ڏس! ڪيٽن ۾ وو! تنهنجي ڪن پيا تات لطيف
هاريڙا ڏس! هرڙن تي وو! لڏندي ڳائن لات لطيف
تنهنجون ڪافيون، بيت ۽ وايون وانگيئڙن جي وات لطيف
سنڌڙيءَ وارا سيئي تنهنجي، ڪريون قيل مقال لطيف
جيئين جاٽي، پيچ پٿائي، جيءُ جيءُ جيئين لال لطيف

3. اڄ بہ مارئي بند ۾ بيوس، عمر ڪري ايلاز الا!
اڄ ٻي نوري ڏس سمي ڪي، نت ڪري پئي نياز الا!
اڄ پڻ راٺي ڪارڻ روئي، مومل منجهہ مجاز الا!
منزل پيڙو ڪوبہ نہ ٿيڙو سَوَ لنگهي ويا سال لطيف
جيئين جاني، پيچ پٿائي، جيءُ جيءُ جيئين لال لطيف

4. ويٽناميں ڪان وڏووڙيندڙ ڍٽ سندا هي ڍاتيئڙا
آتا آزاديءَ لئہ آهن، ملڪ موهر جا ماتيئڙا
هيڏانهن هوڏانهن ڪينڪي هٽندا، ثابت رهندا ساتيئڙا
ڳات اُچي سان ڳائيندا پيام ڳيرو تنهنجي ڳالهہ لطيف
جيئين جاني، پيچ پٿائي، جيءُ جيءُ جيئين لال لطيف

5. تڙين پيا ڏس تؤنس اندر هُوا انسانن جا لاش الا!
کاري پاڻيءَ ۾ ڏس مڪڙيون، پرزا ٿي ويون پاش الا!
آهن اکيون اپ ۾ اٽڪيل، کهل ڪري آڪاش الا!
پاڻيءَ ڏاران پنوهارن جو، جيئڻ آ جنجال لطيف
جيئڻ جاني پيچ پٽائي، جيءُ جيءُ جيئين لال لطيف.

6. موهر جاهي ماڻهونئڙا ووا جانارن جيئڻ منجهه جهل
اسڪولن ريءِ علم نه آهي، پر ڏس ڪنهن ڪي ناهه ڪهل
ڪير هينئرير! سار لهي، جو ميمبر ايندا ووٽ مهل
ڪرسيءَ ڪارڻ قوم تي قاتل، قهري ڪندا ڪال لطيف
. جيئڻ جاني پيچ پٽائي، جيءُ جيءُ جيئين لال لطيف.

7. آهه! مٺا علاج بنان ڙي! ماروئڙا مظلوم وتن
پيڙ اهڙ ڏس تڙپي تڙپي مرنداسي مغموم وتن
سهٽا سائين شاهه! شفا ڪان ماروئڙا محروم وتن
سڏڪي ساهه ڏين پيا سانگي، سوڏو آل عيال لطيف
جيئين جاني پيچ پٽائي، جيءُ جيءُ جيئين لال لطيف

8. اڄ پيي آهي هٿ اسانجي، شاهه سنڌءِ رسالوڙي
اڄ پيي آهي لالڻ لب تي، نرمل تنهنجو نالوڙي
اڄ پيي دلبر دل ۾ تنهنجو زخم اجان آ آلوڙي
توڪي ياد ڪندو اوا تارڪ باغي بهرحال لطيف
جيئين جاني پيچ پٽائي، جيءُ جيءُ جيئين لال لطيف

●

لاڙ ڪاڇي اتر ۾ بہ ڪامڻ گھٽا
دل تان دادوءَ جو جادو لھي ٿي نٿو
پنھنجي رولاڪ پيرن ڪي رد ڪيون مگر
جيءَ جوڳي ڪنھن نگريءَ رھي ٿي نٿو
تنھنجو سيني سڪين ۾ اُچو ڳاٽ آ
ٿوٿي آوارہ شاعر لکيو آ غزل
ڇامشوري ڇا پٿر بہ لرزيو وڇن
تنھنجي اک جي ڪتورين ۾ ڦھليو ڪجل
تنھنجيءَ چوٽيءَ جي پنھي سَرُن جو قسم!
تنھنجي سانول ڪلھن جي آروٽ چڻ
ڪا ڪويتا جيءَ مستيءَ جي پالوٽ آ
سئو پرم تا پڇن سئو وھم تا وڙھن
تون ڪلين ٿي تہ تارن ۾ ڦڙڦوٽ آ
ھيءَ اجان ڪالھ جي ڳالھ آ جان جان!
تنھنجا واعدا دلاسا مڙئي دلبريون
منھنجيءَ برباد دل کي منيسر ھُيون
تنھنجي چوڙين جي ٽاھوءَ جان ڇٽڪا سُٽي
ٿي جوانيءَ جون قاتل بھارون ڪٽيون
وقتِ جي وير ساڻ ڪير ٿو ڦل ڪڇي؟
وقت ڪوڙين ڪٿائون لٽيندو رھيو
توکي ڪارن حويلين جي دنيا وڻي
تنھنجو شاعر گھنگھر ڏينھن ڪٽيندو رھيو.



# ڍاٽڪي گيت

ريساڻا ڪيان پلا راڻام نہ ڪو آئو نہ ڪو . ائو
منها جين منٺان تها جا ماڻام نہ ڪو آئو نہ ڪو جائو

تها جي ڪر هيليئي ري ڪُٺڪ نان ڪن منها جا ترسين ٿا
ڪران ڪهڙي خبر راڻا! نپاڳا نيڻ برسن ٿا
منها جا هٿڙا هنجهو هاڻام نہ ڪو ائو نہ ڪو جائو
بلم جي رين ميٺين باتان سانئيٺيان نان سنائون ٿي
ڪليجي را ڪيڍي تڪرام ڪانگليان نان ڪڙائون ٿي
هسڻ بولڻ گيا هُلراڻا نہ ڪو آئو نہ ڪو جائو

تها جي سانگي سچو سنسار مين چوڙيو سڻو ساجن
منها جي چيتي اڱڻ آئو تو سمجهان آپ وڏ ڀاڳڻ
رچين رسن راڳ راماڻا نہ ڪو آئو نہ ڪو جائو.



# ادب دوستن لاءِ خوشخبري

مشهور شاعر حليم باغي جي ڪتاب
”اڙي شهرِ جانان“ جو ٻيو ڇاپو ڇپجي
چڪو آهي، جيڪو توهان کي رعايت سان
پارس ڪمپوزنگ اينڊ پرنٽنگ ايجنسي
تان ملي سگهي ٿو.
ائڊريس: سامهون قومي بچت بئنڪ
حيدرچوڪ گاڏي کاتو حيدرآباد سنڌ.
موبائل: 0300-3014195



آئون سمجهان ٿو تہ هر دور جي
هڪ مخصوص زبان ٿيندي آهي ۽
وقت جي ان زبان جو نالو شاعري
آهي. هڪڙي دور جي حالتن ۽
ڪيفيتن جو جيترو خوبصورت
اظهار ان جي شاعريءَ ۾ هوندو
آهي. ايترو جاندار ۽ جٽادار اظهار
ادب جي ڪنهن بہ صنف ۾ ٿي
نہ ٿو سگهي. آءٌ هونئن تہ شاعر بہ
نہ آهيان ۽ شعر فهميءَ جي بہ
ايتري هام نٿو هڻان تنهن هوندي
بہ سنڌي شاعريءَ جي هڪ بين
الاقوامي وصف هجڻ ۾ 'غنائي
ڪيفيت' هجڻ ڪپي. حليم جي
شاعريءَ ۾ اعليٰ پائي جي
موسيقي هوندي آهي، حليم جي
لفظن جو سحر، جملن جي بي
ساختگي ۽ رواني سندس گهڻن
پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن وانگر مون کي
بہ محسوس ٿيندي آهي.

جميل لاشاري
ميرپورخاص

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا.  جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهنـدڙ، پَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سـگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽  غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي ڀاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)